# "آبـــشـــار"

## جبران خليل جبران
## جي مشهور ڪتاب

### "دَ پروسيشن"
(The Procession)

## جو سنڌي ترجمو

18



ڪتاب: **آبشار**
ليکڪ: **جبران خليل جبران**
مترجم: **شفقت حسين وڍو**
موضوع: **فلسفو (شاعريءَ ۾)**
پهريون ڇاپو: **جنوري 2000ع**
ڇپائيندڙ: **ڊاڪٽر محبت اڪيڊمي، قنبر**
ٻيو ڇاپو: **ڊسمبر 2018ع**
ڇپائيندڙ: رياضت ڀرڙو
پاران: **ڏاهپ پبليڪيشن، لاڙڪاڻو**

**قيمت**: 120 **رپيا**

"<u>**AABSHAR**</u>"
**(Translation of the book "The Procession")**
**Written by: Kahlil Gibran**
**Translated by: Shafqat Hussain Wadho**
**1st Edition: January 2001 A.D**
**Published by: Dr. Muhabbat Academy Kamber.**
**2nd Edition: December 2018 A.D**
**Published by: Daahap Publication, Larkano, Sindh.**
**E-mail: dahappublication@yahoo.com**

**Price/copy: Pak Rs. 120/-**

# ارپنا

لبنان جي ٻَٽن ۽ ڏيئرن جي نالي.

**جبران خليل جبران**

فطري ماحول جي نالي.

جنهن کان انسان جيترو پري ٿيندو،

اوترو ئي پريشان رهندو.

**شفقت حسين وڏو**

# سٽاءُ

مهاڳ:

# ابناسي جبران ۽ ”آبشار“

جبران خليل جبران (ڄم: 6 جنوري 1883 ــ وفات: 10 اپريل 1931ع) جو نالو سنڌي پڙهندڙن لاءِ نئون نه آهي. هُو انهن ليکڪن مان آهي، جن جي لکڻين کي بي انتها پيار ۽ پنهنجائپ منجهان دنيا جي تمام گهڻن ماڻهن پڙهيو آهي ۽ سندس فڪر ۽ فن کي عزت جي نظرن سان ڏٺو آهي. ايتري قدر جو کيس لبنان جو ابناسي پيغامبر ۽ پنهنجي دور جو عالم (سَيوان، Savant) سمجهيو ويندو آهي.

هتي هڪ سوال ذهن ۾ اچي ٿو، ته نيٺ اها ڪهڙي سگهه آهي جيڪا لکڻين ۾ اها سونهن ۽ سمجهه سمائي ٿي، جيڪا کين امر بڻائي ٿي؟

هي سوال تنقيدي علم جي حوالي سان نئون نه آهي. ان بابت گهڻي وقت کان پئي سوچيو ويو آهي ۽ نئون رُخن کان ان بابت ويچار ونديا ويا آهن. هت مٿئين سوال جي لحاظ کان بحث جي گنجائش نه آهي. هن هنڌ مان ان سوال ۾ ڪتب آندل لفظن کي خليل جبران جي لکيتن جي پس منظر ۾ ڏسڻ چاهيان ٿو. ٻيءَ طرح چئجي، ته خليل جبران جي لکيتن ۾ اها ڪهڙي سگهه آهي جنهن هن جي فڪر ۽ فن کي عمومي توڙي خصوصي قبوليت ۽ مڃتا ڏياري ڪلاسڪس ۾ شامل ڪيو آهي؟

ان سوال جو مناسب جواب خليل خبران جي زندگيءَ جي اڀياس مان ڄاڻي سگهجي ٿو. جيڪا فقط 48 ورهين جي آهي. جبران جي زندگيءَ بابت هِن ڪتاب "آبشار" ۾ ڪتاب جو عربيءَ مان انگريزي ترجمو ڪندڙ ڊاڪٽر جارج خير الله (Dr. George Kheirallah) صاحب جو تاثراتي ٻوليءَ ۾ لکيل جيون ڪٿائي تعارف (Biographical introduction) پڻ شامل آهي. جنهن جي پڙهڻ سان اندازو ڪري سگهجي ٿو. ته جبران جي ڪلاسيڪل قلمڪار بڻجڻ ۾ پهرين نمبر تي سندس زندگيءَ جي ڏکن ڪيڏو نه وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي. خاص طور جڏهن سندس ماءُ ۽ پيءُ گذاري ويا ۽ ٻئي نمبر تي لبنان ۾ شام جي تاريخي جڳهن، دڙن ۽ آڳاٽن تهذيبي يادگارن جي سير ۽ سفر ڪيئن نه فڪري بنياد پختا ڪيا آهن. ان کان سواءِ چئن ماڻهن جي جبران جي زندگيءَ ۾ گهڻي اهميت آهي: (1) سندس ماءُ رحمه، جنهن جبران جي تعليم لاءِ عملي سوچ ڪئي. (2) سندس پيءُ پيٽر، جنهن جبران جي تعليم لاءِ محنت ڪئي ۽ جنهن جي اصرار تي جبران عربي ۽ فرانسي ٻوليون سکيون. (3) سندس ڀيڻ مارياناءُ جنهن رحمه ۽ پيٽر جي وفاتن کان پوءِ جبران کي پڇتاءُ، پيڙا ۽ مايوسيءَ جي دٻاءُ مان ٻاهر ڪڍي، ڪيس مصوريءَ ۽ لکڻ لاءِ زور ڀريو، ۽ (4) سندس دوست ميري هيسڪل، جنهن جبران کي انگريزيءَ ۾ لکڻ لاءِ اتساهيو ۽ ساڻس ڏکين گهڙين ۾ سات ڏنو.

ان ريت هڪ ڇتو پس منظر موجود آهي، جنهن مان جبران اسرندي نظر اچي ٿو. توڻي جو ڊاڪٽر صاحب جو لکيل جيون ڪٿائي تعارف جامع آهي، پوءِ به ڪي پاسا رهيل آهن، جن مان

کي ٿورا. هيٺ نڪتن جي صورت ۾ ڏجن ٿا. جيڪي "خليل جبران ــ اي سليف پورٽريٽ" نالي، انگريزي ٻوليءَ ۾ ڇپيل هڪ ڪتاب جي مُهڙ (Preface) مان سهيڙيا ويا آهن. اهو ڪتاب جبران جي خطن تي مشتمل آهي ۽ انهن جو عربيءَ مان انگريزي ترجمو انٿوني رزق الله فيرس صاحب ڪيو آهي.

* جبران جي ماءُ جو نالو ڪيميلا هو، جا ميرونائيٽ ڪئٿولڪ پادريءَ "فادر اسٽيفن رحماء" جي ڌيءَ هئي (جڏهن ته سندس ڪٽنبي نالو رحمه هو).

* جبران جي پيءُ جو نالو "خليل جبران" هو ۽ تنهن وقت جي لبناني روايت موجب جبران جو نالو سندس ڏاڏي جي نالي تي جبران رکيو ويو (ان ريت جبران جو ولديت سميت نالو جبران خليل جبران ٿيو).

* جبرانَ عربيءَ ۾ 'جبران خليل جبران' ۽ انگريزيءَ ۾ 'خليل جبران' جي نالي سان لکيو.

* جبران جي هوڏَ تي سندس ماءُ کيس آمريڪا مان لبنان واپس موڪليو. ته جيئن هُو بيروت جي مشهور اداري مدرسته الحڪمت ۾ داخلا وٺي سگهي.
هاڻ جبران جي زندگيءَ کان پاسائتو ٿيندي، سندس لکيتن ڏانهن اچون ٿا. منهنجي خيال ۾، جبران جي قلمي سگهه جي اها وڏي خوبي آهي، ته جبران کي جڏهن پڙهبو آهي، ته سندس ٻولي هڪ نرالي آهنگ واري محسوس ٿيندي آهي، پوءِ اهو آهنگ سندس نثري ڪتابن جو هجي يا نظمي ڪتابن جو.

جبران جي لکڻين کي، جيئن دنيا جي اڪثر ٻولين ۾ ترجمو ڪيو ويو آهي، تيئن سنڌي ۾ به ترجمو ڪيو ويو آهي، پر

تقريباً سمورو ترجمو ڪيل مواد نثري لڪيتن جو آهي. نظمي لڪيتن ۾ جبران جي اهم لکت "**المواڪب**" نالي ڪتاب جي آهي، جيڪو جبران جي پهريتي عربي. ڪتاب جو اعزاز بہ رکي ٿو. "المواڪب" کي عربي ٻوليءَ ۾ فڪري لحاظ کان اها ئي حيثيت ڏني وڃي ٿي، جيڪا جبران جي ٻي اهم ڪاوش "**پيغامبر**" کي انگريزي ٻوليءَ ۾. توڙي جو بنسبت "المواڪب"، "پيغامبر" کي وڌيڪ مڃتا ملي آهي.

هيءَ ڪتاب "**آبشار**" خليل جبران جي ان عربي ڪتاب "**المواڪب**" جي انگريزي ترجمي "**دَ پروسيشن**" (The procession) جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو انجنيئر شفقت حسين وڏي صاحب گهڻي محنت سان ڪيو آهي ان طرح پاڻ چئي سگهون ٿا تہ هن پاران سنڌي ادب ۾ هڪ اهم ڪتاب جو واڌارو ٿيو آهي. اين اي ڊي انجنيئرنگ يونيورسٽي، ڪراچي، مان بي.اي سول انجنيئرنگ جي ڊگري حاصل ڪيل شفقت صاحب جي ادبي دنيا ۾ داخلا نئين نئين آهي: سندس ڪجھ ڪهاڻيون ۽ ترجمو ڪيل مضمون ڇپيل آهن، پر سندس بنيادي سڃاڻپ جبران جي حوالي سان "**آبشار**" بڻيو آهي. .

"**آبشار**" نہ صرف "**دَپروسيشن**" جو مڪمل ترجمو آهي، جنهن ۾ "جبران خليل جبران جي زندگي"، "خليل جبران جو آبشار" ۽ "**آبشار**" جو سچو مواد "پُرفيب دنيا" کان وٺي "دانشور جو اعتراف" تائين شامل آهي، پر اضافي طور هڪ ڪتاب "**اي ٽريزري آف خليل جبران**" (A Treasury of Khalil Gibran) مان مارٽن ايل وولف صاحب جو "**آبشار**" بابت لکيل مُهڙ (Preface) پڻ "آبشار بابت" عنوان هيٺ شفقت صاحب ترجمو ڪري پيش

ڪيو آهي، تہ جيئن جبران جي ”**آبشار**“ کي اجا وڌيڪ واضح ڪري سگهجي. ان ڪان سواءِ ”**آبشار**“ جي ”عربي ڇاپي جو عڪس“ پڻ ڏنو ويو آهي، تہ جيئن ان نموني کي پڻ سنڌي ترجمي ۾ سانديجي.

”**آبشار**“ جي هڪڙي ٻي خصوصيت مواد جي ڪجهہ عنوانن سان نهڪندڙ خاڪا/اسڪيچ بہ آهن. اهي خاڪا عربي ۽ انگريزي ۾ ڇپيل ڪتابن وانگر، هن سنڌي ترجمي ۾ بہ اوهان ڏسي سگهندا، ڇاڪاڻ تہ اهي خاڪا عنوانن هيٺ آندل ويچارن کي نروار ڪن ٿا. ممڪن آهي تہ ڪي رجعتي ماڻهو انهن خاڪن تي اعتراض وارين، پر انهن کي اها ڳالهہ ذهن ۾ رکڻ جي گذارش ڪبي، تہ هڪ تہ اهي خاڪا جبران جو فن (آرٽ) آهن ۽ ٻيو تہ اهي خاڪا عربي ٻوليءَ ۾ ئي ڇپيل ڪتاب جو حصو آهن، جتي انهن کي اعتراض جوڳو ڪين سمجهيو ويو.

توڙي جو ڊاڪٽر خير الله صاحب ”**آبشار**“ جي نظمن کي جبران جي لاشعوري آتم ڪٿا سڏيو آهي ۽ ان ڳالهہ جو قائل آهي، تہ ”**آبشار**“ کي تنقيدي طور نہ پڙهيو وڃي، تڏهن بہ ضروري محسوس ٿئي ٿو تہ ”**آبشار**“ بابت بہ چار ڳالهيون ڪجن.

جبران ”**آبشار**“ جي آخر ۾ ٻن عنوانن هيٺ نتيجي کي سهيڙيو آهي:

(1) نوجوان جي ڳالهين جو تَتُ، ۽

(2) دانشور جو اعتراف.

”**تت**“ ۾ جبران ”**پُرفريب دنيا**“ کان وٺي ”**موت ۽ ابديت**“ تائين ڪيل بحث کي هن ريت نظر انداز ڪري ٿو:

مون کي بانسري ڏي ۽ ڳاءِ!

اسان ٻنهي جيڪي ڪجهه چيو، اهو وساري ڇڏ،

لفظ تہ فقط اندلٺ جي ذرڙن جيان آهن...

پوءِ دانشور جي لِڪَ ۾ **انسان** کان ڪجهه سوال ڪري ٿو، جيڪي جبران جي فطرت سان پيار کي ڇٺو ڪن ٿا ۽ آخر ۾ هڪ طرف انسان کي انهن گيتن جيان سڏي ٿو جيڪي ڪنهن نديڙي واهيءَ تي لڪيل هجن ۽ ٻئي طرف انسان کي انڌي ڪُئي وانگر ڪوٺي ٿو، جيڪو ڪوريئڙي کي ڦاسائڻ جي ڪوشش ۾ پاڻ ڪوريئڙي جي ڄار ۾ ڦاسي، ڦٿڪندو رهي ٿو.

**نديڙي واهيءَ جا گيت** معنیٰ فطرت جو نديڙو حصو، جيڪو وسيع ٿي، فطرت جي گهڻ زخي پهچ ڪري سگهي ٿو ۽ **ڪوريئڙي جي ڄار ۾ ڦاٿل** معنیٰ پابندين ۾ زندگي گهاريندڙ انسان.

جڏهن تہ "**اعتراف**" ۾ دانشور جي بيوسيءَ کي شدت سان اظهاريو ويو آهي. پر ڇا واقعي بہ دانشور جي ڳالهين ۾، جيڪي هُو مِڙني عنوانن هيٺ ڪري ٿو، ابڍي بيوسي آهي؟

ايئن ناهي. دانشور جي ڳالهين ۾ تہ ان ڪَڙي حقيقت جو اظهار آهي، جيڪا مُنن لقائن (فنامنا) توڙي رُوين کي نندي ٿي ۽ سُنن لقائن ۽ روين لاءِ ڳجهي تڙپ رکي ٿي. دانشور جي ڳالهين ۾ بہ فطرت جي لڪل حمايت آهي، پر ظاهر آهي تہ اها حمايت نوجوان واري حمايت کان ڪجهه ٻئي قسم جي آهي.

مثال طور دانشور جون "**پرفيب دنيا**" مان هي سٹون:

”هن ڌرتيءَ تي ڪي ٿورا انسان هوندا،
جيڪي زندگي مان لطف اندوز ٿين ٿا ۽
۽ فطرت جي عطا ڪيل بي بها نعمتن مان ڪڪ نه ٿا ٿين.
يا وري زندگي جي وهندڙ شفاف آبشارن کي پيالي ۾ بند نه ٿا ڪن،
**جنهن جي سطح تي هنن جا خيال لڏندا ۽ ترندا رهن.“**

ٻين لفظن ۾، جبران ماهر ڪاريگر (Craftsman) آهي، جو ٻنهي طرفن کان يعني دانشور پارن به ۽ نوجوان پارن به پنهنجي مُراد پيش ڪري ٿو يعني فطرت سان گهري ويجهڙائي، ۽ ان لاءِ دانشور پاران عقلي ۽ نوجوان پاران دلي ويچار اڳيان رکي، پنهنجي ان مراد لاءِ حمايت چاهي ٿو، جيڪا انسان کي نندڙي واهيءَ جو گيت ٻڌائي فطرت جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين پهچائڻ گهري ٿي.

مون کي پڪ آهي، ته ”**آبشار**“ جو اپياس پڙهندڙن کي پنهنجيءَ دل وٽان محسوس ٿيندو — جبران اهڙو ئي ته قلمڪار آهي.

**رياضت برڙو**

31 آڪٽوبر 1999ع، قنبر

# جبران خليل جبران جي زندگي

يون وچ سمنڊ جو گهرو نيرو پاڻي پيار وچان هن جي ڪنارن کي چهندو آهي. پري پري آسمان کي چهندڙ جبل ڳاٽ اوچا ڪيون بيٺا آهن. سندن چوٽيون سفيد برف سان ڍڪيل آهن. اهو قديم ۽ مقدس لبنانُ شامَ جن اس ۾ چڻ ڪنهن مراقبي ۾ گم لڳندو آهي.

لبنان جي اولاهين لاهي تي گهڻين ئي قومن جنم ورتو. ڪي وري ان جي اورنٽس واديءَ ۾ پليون نپنيون. شينار (Shinar) جي ميداني علائقن ۾ ڪيئي تهذيبون پنهنجي عروج تي پهتيون. لبنان جي زمين زرخيزيءَ ۾ گهٽ ضرور آهي، پر قدرت ان جو بدلو هتي ڪيس صنوبر جي وڻن جي صورت ۾ ڏنو، جيڪي اتي ججهي مقدار ۾ آهن. اتان جي رهواسين صنوبر جي ڪاٺ مان ٻيڙيون ٺاهيون، سمنڊ جهاڳيا ۽ پنهنجي واحد ملڪيت، صنوبر جو ڪاٺ، ڏکڻ ۾ مصر ۽ اوڀر ۾ واديءَ دجله ۾ وڪيو. پٿر جي اهرامن ۾ فرعونن جي تابوتن ڪان وٺي مندرن جي شهتيرن ۽ درن تائين، سڀني کي ان قيمتي ڪاٺ جي ضرورت هئي. هن قوم جا تحفا رڳو صنوبر جو ڪاٺ، قيمتي قالين، واڱڻائي رنگ، ڌاتوءَ جا ٿانوَ نه هئا، نه ئي هنن جي ڏنل دنيا جي پهرين صورتخطي ۽ سنگتراشيءَ جو فن هيو، جيڪو هنن پهريائين غير مذهب يونانين ۽ پوءِ رومين

ڪي سيکاريو، پر دنيا ڪي هنن جيڪو ازلي ورثو ڏنو، اهو هيو، پنهنجن نبين، شاعرن ۽ بزرگن جي طرفان روحاني ۽ اخلاقي سبق.

ڇا اهو لبنان نہ هيو جتي تيموز پيدا ٿيو هيو؟ ڇا هو انهن ئي ٽڪرين تي ڪو نہ گهميو هيو؟ ڇا اهو تيموز نہ هيو جنهن واديءَ جي گهرائي ۾ لهي، اتي پنهنجي لاءِ بنسري ناهي، پوءِ وري اتاهين ٽڪريءَ تي چڙهي، ان بنسري سان راڳ ڳاتو هئائين؟ ٻاهران خوبصورت نظر ايندڙ تيموز اندروني طور تي بہ گهڻو سگهاريو هيو. هو ٽڪريون گهمي، رات جو آسمان ۾ ٽاٽيل ستارن سان ڳالهيون ڪندي، جهنگ جي ڌرتيءَ تي ڪريل پنن تي گهري ننڊ ڪري وڃندو هيو.

وري صبح جو ٿڌي هير هن کي جاڳائيندي هئي، تہ جيئن هو نديءَ جي چمڪندڙ پاڻيءَ ۾ وهنجي، ان جو منو پاڻي پيئي ۽ هرڻن جي پويان ڊوڙي، پيار جي ديوي عشتار (وِينس) جوانيءَ ۽ خوبصورتيءَ جي هن ديوتا لاءِ ديواني هوندي هئي. ڪيترين صدين تائين بهار جي موسم ۾ لبنان جون ڪنواريون ڇوڪريون وادين مان نرگس، زعفران، رابيل ۽ گلاب چونڊي ٽوڪريون ڀرينديون هيون. قدرت انهن گلن جي هڪ چادر لبنان جي جبلن مٿان وڇائي ڇڏي هئي. پوءِ اهي ڇوڪريون گلن جون اهي ٽوڪريون تيموز ندي تي کڻي اينديون هيون. اتي هو ننڍا ميڙاڪا ناهي نچنديون، ڳائينديون ۽ هن جي موت تي روئينديون هيون. بعد ۾ جهلمل ڪندڙ پاڻيءَ تي گلن جي ورڪا ڪندي، تيموز جون ننڍڙيون مورتيون درياءَ ۾ ان اميد تي

اچلائيندبون هيون، تہ من ايندڙ بهار تائين تيموز جهڙو ڪو شهزادو هنن جو جيون ساٿي بڻجي پوي.

انهن پهاڙن جي بين باشندن جيان تيموز بہ پنهنجي وطن سان بي پناهہ محبت ڪندو هيو. خاص ڪري هن ڪان بهار جي مند جا مزا تہ وسرندا ئي ڪو نہ هيا. جيتوڻيڪ يوناني، شام جي بين ديوتائن جيان هن ڪي بہ پاڻ وٽ ڪٺي ويا هئا ۽ هن جو نالو بہ مٽائي ايدونس (Adonis) رکيائون، پر پوءِ بہ بهار جي مند ۾ هو اولمپس جبل ڇڏي پنهنجي آبائي ٽڪرين ڏانهن هليو ايندو هيو.

محبت جي ماريل ڪيترين ئي ڇوڪرين باک تائين هن کي ڪڏهن ٽڪرين تي چڙهندي، ڪڏهن جهنگ ۾ ڊوڙيندي ۽ ڪڏهن نديءَ ۾ وهنجندي ڏٺو هيو.

ايتري قدر جو اسان جي ڏينهن ۾ بہ ڪجهہ ڏنارن هن کي مقدس صنوبرن جي جهڳٽي وٽ ڏٺو. گهڻن ماڻهن کي تہ يقين آهي تہ هو هنن منجهہ بيهر جنم وٺندو.

قديشہ وادي يا مقدس وادي هن ماٿريءَ جو نالو آهي، جيڪو وڏي احترام سان الائي ڪيترين ئي صدين کان ورتو ويندو آهي. ان واديءَ جي شانتي واري ماحول کي بيان ڪرڻ لاءِ لفظ ڪونهن. نديءَ جي ان وهڪري کي اچڪلهہ ابو علي سڏين ٿا. اها ٽرپولي (Tripoli) ويجهو سمنڊ جي گهري نيري پاڻيءَ ۾ وڃي ملي ٿي. ٽرپولي وٽ ان نديءَ جي پچاڙ آهي. اتان اها آهستي آهستي مٿي چڙهندي ور وڪڙن وارو ڏکيو رستو اختيار ڪندي، اپيون ٽڪريون ۽ جبل ٽپندي، مٿي پنهنجي منڊ ڏانهن وڃي ٿي. ان پرپيچ رستي تي ويندي ويندي، جڏهن ڪو

مسافر وچ پنڌ تي پهچندو ته اوچتو هڪ ويڪري ڪاهيءَ وٽ پاڻ کي بيٺل ڏسندو. اها ڪاهي ڪنهن تراڪڙي ماٿري جيان آهي، جتي چوطرف سڪون ۽ خاموشي پکيڙيل آهي. واديءَ جا ٻئي پاسا وڏن اٿانگن ايڪپرن ٽڪرن جا نهيل آهن. اهي ٽڪر متاهين برف پوش پهاڙن کي ٽيڪ ڏيون بيٺا آهن.

اتان ٿوري مفاصلي تي واديءَ ڪناري پٿر جي گهرن جو سلسلو آهي، جيڪي جابلو ٽڪرين ۾ چڻ لٽڪيل آهن. اهڙن ئي گهرن سان قديشه واديءَ جا ڪجهه ٿڙيل پکڙيل ڳوٺ نهن ٿا. اها مقدس وادي ٻي لبنان کان گهڻي منفرد آهي، ڇو جو اتي منو پاڻي وافر مقدار ۾ آهي، ميويدار ۽ گهاٽي ڇانوَ وارن ڊگهن وڻن جا جهڳٽا هنڌ هنڌ پکڙيل آهن. لاهي وارين سڌي ڪيل جڳهين تي انگور جي ولين جا باغ، ناشپتين جا وڻ ۽ ملبري (Mulberry) جا باغ تاحد نظر پکڙيل آهن.

اها ساڳي جڳهه آهي جتي، عيسائيت جي شروعاتي دَور ۾، جڏهن فرقيواريت چوٽ چڙهيل هئي، هڪ پادري سينٽ ميرون آيو هيو ۽ اتي ئي هن جا پوئلڳ وڏيا هيا. اتان جي لبناني ماڻهن هن جي سکيا تي عمل شروع ڪيو هيو. حضرت عيسىٰ جيڪا عبراني ٻولي ڳالهائيندو هيو، ان چرچ ۾ اڄ به اها ساڳي ٻولي ڪتب آندي وڃي ٿي. جيتوڻيڪ هيءَ چرچ به رومن ڪيٿولڪ چرچ سان لاڳاپيل آهي، پر هن چرچ جا پادري شادي ڪندا آهن ۽ ٻار ٻچا ڄڻيندا آهن. هنن جي عبادت ۾ اڄ به وڏ ۾ وڏ موسيقيت موجود آهي.

مٿي چڙهندڙ مسافر جيڪڏهن انهن برف پوش جبلن وچان ڏسندو، ته هيءَ ميويدار وادي ڪيس ڪنهن ديوَ جي ڇاتيءَ جيان

لڳندي. جنهن جي ڪاڌيءَ وٽ انهن پاڪ صنوبرن جو جهڳٽو صدين کان قائم ۽ دائم آهي. صنوبرن کان ٿوري پنڌ تي ساڄي طرف هڪ ننڍڙو لبناني ڳوٺ نظر ايندو، جيڪو ٽڪر جي چوٽيءَ تي نهيل آهي. ان ڳوٺ جو نالو بچيري (Becheri) آهي. ٺيڪ ان ڳوٺ ۾ **جبران خليل جبران** جنم ورتو.

لبنان جا هي ڳوٺڙا ڳتيل گهرن سان ڀڌل آهن ۽ اهي گهر گهڻو ٽڪو پٿرن سان اڏيل هوندا آهن. پٿر جي پٽين مٿان ديال جا شهتير پيل هوندا آهن، جن مٿان پٿر جون سنهيون سليٽون رکيل هونديون آهن. ان ڇت جي مٿان مٽيءَ ۽ ننڍڙين پٿرين جي گاري سان لاهي نهيل هوندي آهي، جيئن برسات جو پاڻي بغير رڪاوٽ جي وهي وڃي ۽ گهر اندر پاڻي نه ٽمي. هي گهر گهڻو ڪري ٻن ڪمرن تي مشتمل هوندا آهن، جن جي ماپ 15X25 فوٽ کان 40X20 فوٽن تائين هوندي آهي. انهن ڪمرن جي هيٺان هڪ پٿرائون تهه خانو هوندو آهي. وڏن ڪمرن کي وچ ۾ مضبوطيءَ خاطر ٿنيا ۽ پٽين کي اڇي چوني جو ليپو ڏنو ويندو آهي. جنهن ڪمري ۾ گهر جا ڀاتي رهندا آهن، ان جي پٺئين حصي ۾ ٿورو مٿيرو ڏهاڙي جي ڪاڌي وارين شين جون گنديون نهيل هونديون آهن، جن جا منهن مٿان گول يا چپٽرا هوندا آهن ۽ تري ۾ ڇئن انچن جيترو ليڙو هوندو اٿن، جنهن کي عام طرح ڪپڙي جو پوچ ڏنل هوندو آهي. سياري جي اچڻ کان اڳ انهن گندين ۾ ڪڻڪ، داليون، پيز، اٽو، اڏ ڏريل ڪڻڪ ۽ پڪو سيڏو ڀريو ويندو آهي، جيڪو ضروت وقت هيٺين ليڙي مان ڪڍيو ويندو آهي. ٽي چار مٽيءَ جون برنيون زيتون جي تيل، سرڪي ۽ ڪاڄرو تيل سان ڀريل، پٽ تي لڳل تختي تي رکيل هونديون آهن. اهڙيءَ طرح سمورو

خاندان سياري کي منهن ڏيڻ لاءِ ۽ ان دوران ٿيندڙ ڪچهرين لاءِ تيار هوندو آهي.

هر صبح جو بستراءِ پٿرٿيون ۽ سوڙيون صفائيءَ سان ويڙهي، مٿي ڇپٽي تي رکيون وينديون آهن ۽ رات جو سمهڻ لاءِ فرش تي وڇايون وينديون آهن. فرش ڳاڙهي گاري سان ليپيل هوندو آهي. جنهن کي مايون اهڙي ته مهٽ ڏينديون آهن جو اهو فرش جيان چڪندو آهي. اونهاري ۾ ان مٿان تڏو وڌو ويندو آهي ۽ سياري جو اُنَ جا اٽيل گلم استعمال ڪيا ويندا آهن. عموماً به يا ٽي ننڍيون دريون پٽ ۾ هونديون آهن ۽ در ڳورا پين جي ڪاٺ جا ٺهيل هوندا آهن. سياري ۾ چلهه ڪاڏي پچائڻ لاءِ به استعمال ٿيندي آهي. بخاري نه هئڻ جي صورت ۾ دونهون سڄي ڪمري ۾ پکڙجي ويندو آهي، جنهن جي ڪري شهتير ۽ ڇت ڪارانجي ويندي آهي. دونهون بعد ۾، پٽ ۾ مٿاهين ٺهيل سوراخ مان نڪري ويندو آهي. امير ماڻهن جا گهر ڪشادا ۽ شاندار ٺهيل هوندا آهن، پر خليل جبران هڪ وچولي گهر ۾ پيدا ٿيو هيو.

هنن ڳوٺن جا ماڻهو برڪت (Barka) تي زندگي گذاريندا آهن. هو گهڻو تڻو جبل جي لاهي تي ٿورو ميدان سنوت ۾ آٽي، اتي ڪو وڻ يا انگورن جون وليون پوکيندا آهن. هنن جي اپت تمام گهٽ ۽ مند گهٽي نندي هوندي آهي، پر پنهنجن جبلن جي سخت ۽ غير منافع بخش هئڻ جي باوجود به هنن جا گهر جابلو هوائن جيان صاف سٿرا ۽ بغير ڪنهن داغ جي هوندا آهن. عورتون مٽيءَ وارن فرشن کي هفتي ۾ به دفعا پوچي ڏينديون آهن. صفائي، شڪر ۽ مهمان نوازي هنن کي ورثي ۾ مليل آهن.

19 صدي عيسويءَ جي آخري ڏهاڪي ۾ هڪ نئين دنيا جو چوٻول سڄي لبنان ۾ پکڙجي ويو هيو. پهاڙي ماڻهو سياري جو ڊگهو چوڏاري ويهي ان نئين دنيا جا داستان ٻڌائيندا هيا. اهو ٻڌايو ويندو هيو ته سمنڊ پار آمريڪا ۾ ٻاهران آيل ماڻهن کي بنا ڪنهن قومي ۽ مذهبي فرق جي قبول ڪيو وڃي ٿو. اتي ماڻهن کي پگهار پياسٽرن (Piastres) بدران ڊالرن ۾ ملندي هئي. اتي ڪم ڪرڻ وارن لاءِ گهڻا موقعا هيا. بچيري (Becheri) ڳوٺ جا ڪجهه غريب نوجوان هي پرسڪون ماحول ڇڏي، مقدس صنوبرن جي جهڳٽي کي ۽ اتان جي پنهنجن ماڻهن کي خدا حافظ چئي، بهادريءَ سان سمنڊ جهاڳيندا، ان سون ورني زمين ڏانهن هليا ويا. اهي لڏيندڙ ماڻهو اتي پنهنجن وڏڙن جي خوابن کان به وڌيڪ آسودا ٿي ويا. هنن اتان ڊالر موڪليا ٿي، جيڪي اتي هزارن پياسٽرن برابر هيا. جنهن سان نه فقط هنن جو اڳوڻو قرض لهي ٿي ويو، پر پنهنجن رهيل مائٽن جي آمريڪا جي سفر لاءِ به ڪجهه پئسا مڙي ٿي ويا. فونيشيا (Phoencia) جو اولاد ان جوکي جي ڪم کان منهن موڙي نه سگهيو.

1895ع ۾، جبران جو گهراڻو ڇهن ڀاتين تي مشتمل هيو. سندس پيءُ **خليل**، جنهن جي رنگت صاف هئي، سگريٽن ۽ عربن واري ڪاري قهوي جو شوقين هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن اتان جو ديسي ڪشيد ڪيل شراب به پيئندو هيو. جبران جي ماءُ **رحمه**، جنهن جا نقش ليونارڊو ڊاونسي جي تصوير جهڙي ڏيک ڏيندا هيا، ميرونائيٽ پادريءَ جي ڌيءُ هئي. هن جي اڳين شادي مان هڪڙو پٽ پيٽر نالي هيو، جبران ان وقت ٻارهن سالن جو هيو ۽ سندس ننڍيون ڀينرون **ماريانا** ۽ **سلطانا** پڻ ڇاول هيون.

ان سال (1895ع ۾) پيٽر ارڙهن سالن جو ٿيو هيو. هن آمريڪا وڃڻ جي تياري شروع ڪئي، ته جيئن هو پنهنجي ماٽيجي پيءُ جو بار هلڪو ڪري سگهي. هو پنهنجي ماٽيجي پيءُ ڪي، سندس مزاج ۽ رعبدار شخصيت جي ڪري ڏاڍو پائيندو هيو. پر ماڻس رحمه هن کي پاڻ کان جدا ڪرڻ نه ٿي چاهيو.

ڊالر ۽ سنيون خبرون بچيري ڳوٺ ۾ مسلسل ايندي‌ون رهيون، جن مان اها ڳالهه ته روز روشن وانگر ظاهر هئي ته ان سرزمين تي گهڻا موقعا هيا. نيٺ اهو طي ٿيو ته ماءُ ٻارن سميت پيٽر جي سربراهيءَ ۾ نئين دنيا ڏانهن ويندي ۽ سندس مڙس ڳوٺ ۾ ئي رهندو ۽ پنهنجي خاندان جي جيڪا ٿوري گهڻي ملڪيت هئي، اها سنڀاليندو.

يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف آمريڪا ۾ پهچندي هن بوسٽن (Boston) شهر جو رخ ڪيو، جتي بچيري جا ٻيا رهاڪو به ٽڪيل هيا. بوسٽن شهر جي هڊسن (Hudson) گهٽيءَ ۾، شامي ماڻهن جي ننڍي ڪالوني ٺهي وئي هئي، جتي هنن جي سڃي آجيان ٿي.

پرجوش پيٽر جلد ئي ملازمت هٿ ڪري ورتي. هن جڏهن پهرين پگهار گهر آندي، ته سندس خاندان جا ڀاتي خوشي وچان جهومڻ لڳا. هنن جڏهن پئسن جو حساب لڳايو ٿي ته ڪين يقين نه ٿي آيو. ماڻس ۽ سندس ڀڻ ڀينرن به جلد ئي سلائيءَ جو ڪم هٿ ڪري ورتو.

”پيٽر!“ هن جي ماءُ کيس چوڻ لڳي، ”جيڪو موقعو توکي ملي نه سگهيو، اهو تنهنجي ننڍي ڀاءُ کي ملڻ کپي. اسان هن کي سٺي تعليم ڏياريون، ته جيئن هو هڪ عظيم انسان ٿي سگهي.“

جبران خليل جبران هڪ نازڪڙو ڇوڪرو هيو. هن جا وار ناسي، نرڙ اپريل ۾ سندس وڏيون حيرت سان ڀرپور اکيون هيون، جن ۾ لبنان جي نظارن جو سحر سمايل هيو ۽ هاڻي اهي اکيون غور سان نئين دنيا کي پرکي رهيو هيون. هن کي ڏسڻ شرط هر ڪنهن جو پهريون توجه هن جي اکين ڏانهن ڇڪجي ويندو هيو، پر ان کان وڌيڪ ڪوبہ هن جو مشاهدو نہ ڪري سگهندو هيو.

سو اهڙيءَ طرح هن جي داخلا هڪ پبلڪ اسڪول ۾ ٿي، جنهن ۾ آمريڪا ۾ رهندڙ مختلف قومن جا ٻار پڙهندا هيا. ان ريت سمورو خاندان وڏي جوش ۽ ولولي سان ڪم ۾ جنبي ويو.

ڪهڙي وڏي ڳالهہ هئي جو پلا هتي اوچي ڇت وارو گهر ڪو نہ هيو يا صنوبرن جي جهڳٽي مان گذرندڙ تازي هوا، شفاف جابلو واهيون، بچيري واري چشمي جو چمڪندڙ پاڻي، شام (Syria) جو نيرو آسمان ۽ دور نظر ايندڙ سمنڊ هتي ڪو نہ هيا، پر انهن جي نہ هئڻ سان ڪهڙو فرق پيو ٿي! هيءُ اونداهو ڪمرو، چيڪاٽ ڪندڙ ڏاڪڻ، ٽريفڪ جو گوڙ گهمسان جنهن واديءَ قديشہ جي پڪين جي لاٽ جي جڳهہ ورتي هئي. فطرت جون سڀ پلايون هنن لاءِ هاڻي ثانوي حيثيت هيون، ڇو جو انهن سڀني ڳالهين کان انڪار خاندان جي ڀلائيءَ جي لاءِ ئي تہ هيو.

پيٽر هاڻي ڪافي اڳتي وڌي چڪو هيو. هاڻي تہ هو پنهنجو الڳ اسٽور ناهڻ جي ڪوشش ۾ رڌل هيو. ڇوڪرين جي بہ شادي ٺيٺي هئي، پر جبران هنن جي اميدن جو مرڪز هيو.

جبران پنهنجي آرام پسند، ڏنار پيءُ جي نقش قدم تي ڪونہ هليو. هن کي تہ تعليم حاصل ڪرڻي هئي. هو ٻين ٻارن کان مختلف هيو، ڇو جو ٻن سالن اندر هو انگريزي مڪمل ڳالهائڻ ۽ لکڻ سکي ويو هيو ۽ آمريڪي ڪتاب پڙهڻ شروع ڪيا هئائين.

"خدا هن کي بدنظر کان بچائي." هن جي ماءُ بيساختگيءَ وچان چوندي هئي. اسڪول ۾ استاد، لبنان جي هن ڇوڪري ۾ وڌو توجهہ ونڻ لڳا هئا. انهن جي صلاح تي هن جو نالو جبران خليل جبران بدران فقط خليل جبران رکيو ويو، جيڪو اڳتي هلي هن جي آمريڪي دوستن ۾ مشهور ٿي ويو.

ٻن سالن جي سخت جدوجهد کان پوءِ هي گهراڻو ڪافي آسودو ٿي چڪو هيو. غريب پهاڙين جي برڪت (Barka) واري زندگيءَ بدران هو ڪافي پيسا گڏ ڪري چڪا هيا. ننڍي ڇوڪري کي تعليم يافتہ ڪرڻ وارو خواب بہ ڪين پورو ٿيندي نظر ٿي آيو. پيٽر جو خيال هو تہ جبران پنهنجي ٻوليءَ ۾ بہ مهارت حاصل ڪري، سو هن کي واپس بيروت موڪليو ويو، جتي هن جي داخلا ميرونائيٽ اسڪول ۾ ٿي، جتي هن کي عربي ۽ فرانسي پڙهائي ٿي وئي.

پيٽر پنهنجي ماٽيجي پيءُ کي گذر سفر لاءِ پئسا موڪليندو رهندو هيو.

وئڪيشن دوران جبران کي پٽس ڳوٺ وٺي آيو ۽ ڪيس گهڻو گهمايائين. هن دفعي پٽس ڪافي پراڻا کنڊر بہ ڏيکاريا. هڪ دفعو وري هي نوجوان لبنان جي جبلن تي رلڻ لڳو. هن

پنهنجي اڄ اجهائڻ لاءِ چشمن مان پاڻي پيتو، ماڪ ۾ پنل انگور ڇني کاڌا ۽ صنوبر ۽ پائين جي وڻن جي مهڪار ۾ ڊگها ساهه کنيا.

هن جو دماغ کلي ويو. اڻ ڄاتل سوچون ۽ جذبا هن جي وجود کي ڌوڏڻ لڳا. سج جي ڌيمي روشنيءَ ۾ ليٽي هن جون سوچون واپس ايڊن برگ گهٽيءَ ڏانهن ٿي ويون. جتي خاندان کي مضبوط ڪرڻ لاءِ پيٽر جتن ڪري رهيو هيو، جتي ڇوڪريون ڪنڌ جهڪايون سئيءَ سان ٽوپو ڏئي رهيون هيون، فقط ان لاءِ ته جبران کي زندگيءَ جا سڀ سک ملن.

جبران پنهنجي خيال (موڊ) وارو ڇوڪرو هيو. جيئن اڳتي هلي هو پنهنجي موڊ وارو مرد بڻيو. سو اهڙن خيالن جي دٻاءَ وقت هو مارسارڪيز جي پراڻي خانقاهه ۾ پناهه وٺندو هيو. مقدس واديءَ جي ڪناري ان پراڻي خانقاهه ۾ هو ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويٺو خيال پچائيندو هيو، ته ڪهڙي طريقي سان پنهنجي خاندان لاءِ ڪجهه ڪجي ۽ پيٽر جو بار ڪيئن هلڪو ڪجي.
هو اڪثر سوچيندو هيو ته هو آمريڪا واپس وڃي هڪ وڏو آرٽسٽ ٿيندو. جڏهن هن کي جام پئسا ٿيندا ته هو پنهنجي ماءُ ۽ ڀينرن کي هتي بچيري ۾ هڪ پرسڪون گهر وٺي ڏيندو ۽ پنهنجي لاءِ اها ويران خانقاهه خريد ڪري، ان کي پنهنجي خوابن جي نگر ۾ تبديل ڪندو. چئن سالن جي پڙهائي کان پوءِ هو واپس آمريڪا موٽيو.

جيتوڻيڪ هن پنهنجيون يادگيريون هتي ڇڏيون، پر مقدس وادي ۽ اهي جبل ٻيهر ڏسڻ هن جي مقدر ۾ ڪونه هيا. تڏهن

۽ جواني جي موت کان پوءِ سندس اڪيلي جيئري ڀيڻ ماريانا هن جي لاش کي ان پراڻيءَ پرسڪون خانقاهه ۾ دفنايو هيو.

بوسٽن واپس اچڻ کان پوءِ هن کي معلوم ٿيو تہ 4 اپريل 1902ع تي هن جي ننڍي ڀيڻ سلطانا گذاري چڪي هئي. ان ڇوڪريءَ جو ڪمزور جسم تہ ٿي بي جا جيوڙا کائي ويا هئا پر سندس روح آزاد ٿي، واپس قديشہ وادي جي گلن جي ميدان ۾ پهچي چڪو هيو. هن جي پهچڻ کان پوءِ جلد ئي هن جي ماءُ کي بہ ساڳي بيماريءَ جي ڪري اسپتال داخل ڪيو ويو.

زندگيءَ ۽ موت جي اهڙي ڪشمڪش ڏسي جبران کي ڏندين آڱريون اچي ويون. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ جبران تي اجا وڏيڪ سڪتو تڏهن طاري ٿي ويو، جڏهن پيٽر سهڪندو ڏاڪڻ تان چڙهي ڪمري اندر داخل ٿيو هيو. هن کي تيز بخار هيو ۽ هو گهڻي تڪليف سان ساهہ کڻي رهيو هيو. جبران تي اوچتو ان ڳالهہ جو جڻ انڪشاف ٿيو، تہ خاندان لاءِ ماني ڳيو ڪمائڻ وارو مضبوط پيٽر بہ هاڻي وڃڻ وارو آهي. پيٽر جبران کي ٻڌايو تہ هو پاڻ کي بيمار محسوس ڪري ٿو ۽ سندس هيءَ گهر ان ڇاتل منحوس بيماريءَ جي ور چڙهي ويو آهي، سو جبران پاڻ کي ۽ ماريانا کي بچائڻ لاءِ هتان هليو وڃي. جبران جلد ئي ڊاڪٽر سان مليو، جنهن کيس ٻڌايو تہ ٽي بي جو مرض پيٽر کي ختم ڪري چڪو آهي ۽ هو جلد ئي هيءَ دنيا ڇڏڻ وارو آهي. مارچ 1903ع ۾ پيٽر بہ گذاري ويو ۽ سندن ماءُ ساڳي سال جون جي مهيني ۾ اسپتال ۾ گذاري وئي.

جبران ماريانا سان گڏ ان منحوس جاءِ کي ڇڏي، پرسان ئي هڪ ڇڱي جاءِ ۾ رهڻ لڳو. جتي ماريانا ساڳيو پرت جو ڪم

ڪرڻ لڳي. سندس اصرار هيو تہ هن جو پيارو پاڻ مصوريءَ ۾ اڃا اڳتي پڙهي. جبران کي پنهنجي اڪيلائيءَ جو شديد احساس هيو. هن محسوس ڪيو ٿي تہ خاندان جي موت ۽ ڏک جو ذميوار هن جي پڙهائي هئي، سو هو شديد پڇتاءَ ۽ پيڙا جي دٻاءَ هيٺ رهيو. هن ماريانا کي ڪتو جواب ڏنو تہ هو وڌيڪ ڪونہ پڙهندو. پر ماريانا ڪيس زور پريو تہ جنهن مقصد خاطر سندس ماءُ ۽ پاڻ گذاري ويا آهن. تہ هن جو بہ اهو فرض ٿئي ٿو تہ انهن جي خواهش کي هو ڪيئن بہ ڪري پورو ڪري.

ڏک ۽ پيڙا سڄي حياتي هن حساس ڇوڪري جو مقدر بڻجي ويا. ان سڄي وايو منڊل هن جي آڏو مسئلن ۽ سوالن جو پندار کڻي ڪوليو. ان جي ڪري ئي هن جي آڏو جنت جا ميدان پکڙجي ويا. رنگن کي محسوس ڪرڻ واري اک اڃا تيز ٿي وئي. هن جو لاشعور تمام لطيف روشنين ۽ پرڇائين سان ڳنڍجي ويو. سندس اندر ۾ نرمي ۽ گداز جا اٿاهہ جذبا مَوجزن ٿيڻ لڳا. هو دير تائين ڪم ڪرڻ لڳو. جيئن ماريانا تان ڪجهہ بار هلڪو ڪري سگهي. ماريانا هن کي منٿون ڪندي هئي تہ خدا جي واسطي ڪجهہ ننڊ ڪر ۽ پنهنجي ڪمزور جسم کي ڪجهہ آرام بہ ڏي، پنهنجي قاتل ڪپڙن جي بجاءِ ڪو نئون وڳو وٺ، پر ان جو هن تي ڪو بہ اثر ڪونہ ٿيندو هيو. هو تہ ڪنهن ٻي دنيا ۾ زندگي گهاري رهيو هيو. مصوريءَ جي دنيا ۾ هن اظهار جو جيڪو طريقو ايجاد ڪيو هو تنهن تي عظيم روڊن (Rodin) هن کي آمريڪا جو بليڪ (Blake) چيو هيو. عربيءَ ۾ هن نيويارڪ جي پريس ۾ جيڪو بہ ڇپرايو ٿي، سو اوير ۾ نقل ٿي ڪري بيهر ٿي ڇپيو. اهڙيءَ طرح نوجوان

جبران ان دنيا ۾ گم ٿي ويو، جيڪا هن جي پنهنجي ڪانه هئي. هن جي ساراهه ڪئي وئي، هن تي تنقيد ڪئي وئي، پر هو هيو جو خيالن جي صحرائن ۾ ڀٽڪندو ٿي رهيو.

هنن ٻنهي ڀاءُ ڀيڻ جو گذر سفر ڏاڍو ڏکيو ۽ غير يقيني هيو. ماريانا ڪپڙا سبندي هئي ۽ جبران لکندو هيو، پر عربيءَ جي لکت تي هن کي تمام ٿورا پئسا ملندا هيا. ڪڏهن ته مورڳو ڪجهه به ڪونه ملندو هيو. پنهنجي ڊرائنگ ۽ پينٽنگ واري ڪم مان هن کي ٿورو ٿڪو ملندو هيو. هو ڪتابن جا ڪَوَر ڊزائين ڪندو هيو. ٻين مصورن لاءِ ماڊل طور پڻ ڪم ڪندو هيو. اهي مصور ان جو معاضو ڪيس رنگن جي ٽيوبن جي صورت ۾ ڏيندا هيا. هن ڪجهه تصويرون ڪيون. هو مسلسل پينسل ۽ برشن سان محنت ڪندو رهيو، ان اميد سان ته ان آفاقي زبان ۾ نمائش جيترو مواد ٺاهي سگهي. 1904ع ۾ هن وٽ ڏيکارڻ لاءِ ويهه تصويرون هيون، پر ڪابه گئلري هن جي تصوراتي ۽ صوفيائين تصويرن جي نمائش ڪرڻ لاءِ تيار ڪانه هئي. جيڪي وڏي جذبي سان، پر نهيل ننڍڙيون هيون.

ٽيو ايئن، جو بوسٽن جو هڪ شاعراڻي صفت ۽ منفرد طبيعت وارو فوٽوگرافر هن نوجوان کي سڃاڻيندو به هيو ۽ پسند به ڪندو هيو. ان پنهنجو اسٽوڊيو ڪيس نمائش لاءِ ڏنو. جبران تياريءَ لاءِ ڏينهن رات ڪم ڪيو ۽ سخت ذهني ڇڪتاڻ ۾ به رهيو، ڇو جو ڪيس احساس هيو ته سندس تصويرن جو تصور ته ڪري سگهجي پيو، پر انهن جي وضاحت ڪرڻ ڏاڍي ڏکي هئي. ڪافي ماڻهو نمائش ڏسڻ آيا. ڪن تصويرن تي تنقيد ڪئي، ڪي انهن تي کليا، ڪن تعريف ڪئي، ڪي لاتعلق

رهيا، پر ڪنهن بہ تصوير جي نہ قيمت جي پڇا ڪئي ۽ نہ ڪنهن خريد ڪئي. نہ فقط ايترو، پر ڪنهن هڪ بہ انهن تصويرن ۾ پنهنجو اتساهہ بہ نہ ڏيکاريو. هن جو جذبو، جنهن کي موت اڳ ۾ ئي ٽڪائي وڌو هيو، وڌيڪ مرجهائجي ويو ۽ هو تقريباً اسٽوڊيو جي هڪ ڪنڊ ۾ گوشہ نشين ٿي ويهي رهيو.

انهن سيني ڏسندڙن منجهہ هڪڙي عورت اهڙي بہ آئي، جنهن کي جبران جي تصويرن جي تصوري ۽ مذهبي خوبيءَ ڏاڍو موهيو. هن جو شوق ڏسي جبران هن کي ڪجهہ وڌيڪ ٻڌائڻ جي آڇ ڪئي. ايئن ئي هنن جي سڃاڻپ هڪ اڻ لپ دوستيءَ ۾ بدلجي وئي. هن جو تنها روح، جبران جي لاءِ روحاني ۽ اخلاقي اجهو ۽ آٿت پيو. جبران جي طوفان ۾ گهيريل زندگيءَ جي ٻيڙي لاءِ هن جو وجود لنگر جيان سڄي حياتي ڪم آيو. هن کيس زور پريو تہ هو سندس مدد قبول ڪري ۽ پڙهائيءَ لاءِ ٻاهر وڃي. هن کيس اتساهيو تہ هو انگريزيءَ ۾ لکي. ان سلسلي ۾ هن جي مدد بہ ڪيائين، جيئن هو ان زبان کي سهڻي نموني سمجهي سگهي. باقي زندگيءَ ۾ هن جو ان عورت، **ميري هيسڪل**، ڪان وڌيڪ ويجهو ڪوبہ دوست ڪونہ هيو. آمريڪا جي شاعرا **باربرا اينگ** جنهن 1925ع کان پوءِ آخر تائين جبران سان گڏ ڪم ڪيو، راقم الحروف کي ٻڌايو تہ ميري هيسڪل جي اجازت کان سواءِ جبران پبلشر کي هڪ سٽ بہ شايع ڪرڻ لاءِ ڪڏهن بہ نہ ڏني. آخري وصيت ۾ جبران هن جواني واري ساٿڻ لاءِ پنهنجي هر شيءِ لکي ڇڏي — پنهنجو اسٽوڊيو، تصويرون، ڪتاب، مطلب تہ هر شيءِ ميري

هيسڪل ۾ ڪجهه تصويرون ميٽرو پوليٽن ميوزم آف فائن آرٽ نيويارڪ کي ڏنيون. ڪجهه فاگ ميوزم ڪيمبرج کي، ڪجهه بوسٽن ميوزم کي ڏنيون. باقي تصويرون ۽ اسٽوڊيو جو سمورو سامان هن جي اصلوڪي ڳوٺ بچيري ۾ موجود پراڻي خانقاه مارسارڪيز ۾ رکرايو. اها خانقاه اڄ به هر خاص ۽ عام لاءِ کليل هوندي آهي ۽ جبران جي شخصيت ۽ ذهانت جو هڪ تاحيات يادگار آهي.

1908ع کان 1910ع تائين پئرس ۾ جبران سينئر مصورن وٽ آرٽ تي ڪم ڪندو رهيو، پوءِ هو بوسٽن موٽي آيو، پر جلد ئي اتان شفٽ ٿي نيويارڪ ۾ آيو، جتي زندگيءَ جي آخر تائين، 51 ويسٽ 10-اسٽريٽ تي موجود پراڻي ڳاڙهي اسٽوڊيو بلڊنگ ۾ رهيو.

نيويارڪ ۾ رهندي پهرين ڏهن سالن دوران جڏهن پهرين مهاڀاري جنگ هلي رهي هئي، جبران جي مشهوري عربن وٽ، اتر آمريڪا کان ويندي ڏور اوڀر تائين بحيثيت هڪ مصور ۽ ليکڪ جي پکڙجي وئي. ساڳئي وقت انگريزي ڳالهائيندڙن وٽ هو هڪ ليکڪ ۽ پوءِ مصور جي حيثيت سان مشهور ٿيڻ لڳو. 1918ع ۾ هن پنهنجن مراقبنَ ۽ فلسفي کي ڪنو ڪري، عربي شاعري ۾ "**المواڪب**" (The Procession، ڏ پروسيشن) نالي سان ڇپرايو. "ڏ پروسيشن" يعني **آبشار** هن جي شروعات هيو، جيڪو "**پيغامبر**" (The Prophet) جي صورت ۾ پڄاڻيءَ تي پهتو. پهريون ڪتاب هن 35 سالن جي عمر ۾ ۽ "پيغامبر" هن 40 سالن جي عمر ۾ لکيو. 1919ع ۾ هن جو پهريون انگريزي ڪم "**مست**" (The mad man)، 1920ع ۾ "**اڳواڻ**" (Force runner) ۽

1923ع ۾ "پيغامبر"، جيڪو هن جو هڪ عظيم شاهڪار آهي، شايع ٿيو. "پيغامبر" هن جي زندگيءَ جو مڪمل ترين اظهار هيو. ان ڪتاب تي جبران ڪافي سالن تائين ڪم ڪيو. لکت ۾ سهڻائپ، اصلي سوچ ۽ تفڪر ڪري هن ڪتاب کي هڪدم سٺي موٽ ملي. هن ڪتاب جلد ئي دنيا جي ڪلاسيڪل ادب ۾ حيثيت ماڻي ورتي، جڏهن ته ترجمو ڪيل "د پروسيشن" عربي ادب جو وڏو شاهڪار ڪتاب ليکيو ويندو آهي.

جبران ڪڏهن به رعبدار نه رهيو هيو. هن ننڍپڻ کان وٺي گهڻو ڪجهه ڀوڳيو هيو، سو هو پيڙا کي ڪڏهن به ڏڪيلي نه سگهيو. ان جو حل هن اهو ڪڍيو، ته هن پاڻ کي گهڻو مصروف رکيو. هن بيدردي سان پنهنجي جسم کان ڪم وٺي لکيو ۽ پينٽنگ ڪئي ۽ ڪنهن ديو جيترو ڪم ڪري ويو. نيويارڪ ۾ هو مڪمل مشيني دور ۽ ان واقف ماحول ۾ اچي پيو هيو. اسٽوڊيو جو دروازو بند ڪري، هو پنهنجي باغي روح جي مقدر سان ويڙهاند شروع ڪري ڏيندو هيو. هن جي هڪ هٿ ۾ برش جي تلوار هوندي هئي ۽ ٻي هٿ ۾ قلم جو ڀالو هوندو هيو. اها ويڙهه ايستائين جاري رکندو هيو. جيستائين مڪمل ٿڪجي ساڻو تي پوندو هيو. پوءِ هو نيويارڪ جي پوائنتين گهڻ منزلين عمارتن کان نڪري، روشن ۽ مرڪندڙ واشنگٽن گهٽيءَ ۾ هليو ويندو هيو. اها گهٽي نيويارڪ جي هينين پاسي ڏانهن هئي. اتي ڪو نه ڪو عرب موسيقي جو ڳائڻو هن کي راڳ ٻڌائيندو هيو ۽ اتي ڪو نه ڪو پنهنجو عرب هن جي آجيان لاءِ نڪري ايندو هيو. ان پنهنجائپ واري ماحول ۾ جتي هن جي وطن جا رهواسي ۽

شاعر رهندا هيا، سي هن کي هڪ ٻي دنيا وٺي ويندا هيا. اها دنيا جيڪا آمريڪا کان ڪافي پري هئي. "پيغامبر" (The Prophet) جي شايع ٿيڻ کان پوءِ پنجن سالن تائين هو ذهني پيداوار ۽ شهرت جي بلندين تي هيو. 1926ع ۾ هن جو ٻيو ڪتاب "**ماڻهو جو پٽ**" (Son of Man) شايع ٿيو. "پيغامبر" ۽ "ماڻهو جو پٽ". انهن ٻنهي ڪتابن تي جبران ننڍپڻ کان وٺي ڪم ڪيو هيو. اهي ڪتاب هن جي وجود جو مڪمل اظهار آهن. اهي لکي، هن ڄڻ پاڻ سان ٿيل وچن پورو ڪري ڇڏيو هيو.

جبران کي هميشه قديشه واديءَ لاءِ تڙپ رهندي هئي، سو هن اها پراڻي ويران خانقاهه مارسارڪيز خريد ڪرڻ لاءِ لهه وچڙ شروع ڪري ڏني هئي، ڇو جو هاڻي اهو وقت اچي ويو هيو ته هو پنهنجي ڪمزور بدن کي ۽ پنهنجي باغي روح کي باقي زندگيءَ لاءِ آرام ڏي. پر نه، هاڻي جبران پاڻ انهن شين جي بار هيٺان دٻجي چڪو هيو، جن کي هو سڄي زندگي ناپسند ڪندو هيو، جن جي خلاف هن سموري زندگي جهاد ڪيو هيو. شهرت ۽ دولت هن تي وڏيڪ جوابداريون مڙهي ڇڪيون هيون، جن جي ڪري هو اڃا وڌيڪ ڪمزور ٿي چڪو هيو. جيتوڻيڪ هن پنهنجو گرين وچ ڳوٺ وارو گهر ڇڏڻ کان لنوايو پئي، تڏهن ٻه هن محسوس ڪيو ته ڪمزور دل سان گڏوگڏ هاڻي هڪ ظالم بيماري هن جي جسم کي ٻه کائي رهي هئي. هن پنهنجي ويجهي ۾ ويجهي دوست سان ٻه ان بابت شڪايت جو ڪو لفظ ڪو نه ڳالهايو، نه وري ان درد کي گهٽ ڪرڻ لاءِ ڪي اپاءَ ورتا. جڏهن هن محسوس ڪيو ته هو زندگيءَ جي آخري موڙ تي پهچي چڪو آهي، ته هو گهر ۾

ترسي پيو ۽ لڳاتار ڪم ڪندو رهيو توڙي جو درد هن جي برداشت کان ٻاهر هيو، پوءِ به هن لکيو، تصويرن جا اسڪيچ ٺاهيا ۽ خاموشيءَ سان پيڙا ۽ درد برداشت ڪندو رهيو. ايئن جڻ هن اهو ثابت ڪرڻ ٿي چاهيو ته هو هاڻي ظاهري ڏکن ۽ پوڳنائن کان گهڻو مٿي چڙهي چڪو هيو. 9 اپريل 1931 تي هڪ دوست هن سان ملڻ آيو. هن ڏٺو ته بيماري هن کي پيڙهي چڏيو هيو ۽ درد جي شدت جي ڪري هو اٿي به نه ٿي سگهيو، پر پوءِ به هن جي چهري تي ڪنهن ٻار جهڙي معصوم مرڪ هئي. هن جي خواهش هئي ته کيس اسپتال منتقل نه ڪيو وڃي. پنهنجن رنگن، برشن، ايزل، تصويرن، ڪتابن ۽ پنن جي وچ ۾ هن مرڻ ٿي چاهيو، پر ٻي صبح جو هن کي اسپتال منتقل ڪيو ويو، جتي 10 اپريل 1931 تي 48 سالن جي عمر ۾ هو گذاري ويو.

اهو سڄو ٻار دل شڪسته ماريانا تي وڃي پيو. هوءَ پنهنجي پياري ڀاءُ جو مڙهه واپس اباڻي ڏيهه ڪٺائي آئي ۽ جبران جي وڻندڙ جڳهه، ٽڪريءَ جي اوٽ ۾ نهيل، قديم خانقاهه مارسارڪيز ۾ هن کي دفن ڪرايو.

تاريخ ۾ بيروت جي بندرگاهه تي ڪنهن جنازي جو ايڏو شاندار استقبال ڪڏهن به نه ٿيو آهي. سڄي "شام" ملڪ جا لکين ماڻهو پنهنجي ڌرتيءَ جي عظيم ۽ نماڻي پٽ کي مان ڏيڻ لاءِ اتي اچي گڏ ٿيا هيا.

وادين ۽ جبلن جا ماڻهو ڳوٺ خالي ڪري هن جي جنازي جي جلوس سان اچي شامل ٿيا هيا. سڄي ملڪ جا وڏا ماڻهو هن

جي ميت جي استقبال لاءِ آيا هيا. پر اهو ڏينهن وڏن ماڻهن جو ڏينهن ڪو نہ هيو، ڇو جو جبران ڪڏهن بہ ڪنهن وڏي ماڻهو کي ڪو نہ مڃيو هيو. هو تہ عام ماڻهن سان ڳنڍيل هيو ۽ اهي عام ماڻهو هزارن جي تعداد ۾ جنازي لاءِ منتظر هيا. قديشہ واديءَ جا نوجوان ڳوٺ ڇڏي بندرگاهہ تي آيا هيا، جيئن هو پنهنجي جي ميت کي ڪلهو ڏئي، هن کي واپس پنهنجي پيدائشي جاءِ ڏانهن ڪٺي اچن. سموري رستي تي هر ڳوٺ وٽان، جتان ميت گذري رهي هئي، عورتن جا هجوم هن لاءِ منتظر بيٺا هيا. اهي عورتون گروپن جي شڪل ۾ آيون تي. سندس اڳيان رداليون (روئڻ واريون) پنهنجي ڌرتيءَ جي پياري پٽ لاءِ ماتم ڪندي تي آيون. نوجوان ڇوڪريون رنگين رومال پايون، رستي تي گلن جي ورڪا ڪري رهيون هيون ۽ تيموز جي لاڏاڻي تي وڇوڙي جا گيت ڳائي رهيون هيون.

# خليل جبران جو ”آبشار“

1919ع ۾ جبران پنهنجن دوستن کي ان وقت حيران ڪري ڇڏيو، جڏهن پنهنجي ذاتي خرچ تي هڪ خوبصورت ۽ آرٽسٽڪ ڪتاب **”المواڪب“** (آبشار) شايع ڪرايو، عربي ٻوليءَ جو هي هڪ شاندار ڪتاب هيو.

هن ڪتاب جو پنو، ٽائيپ، تصويرون ۽ جلد بندي صاف ٻڌائي رهيون هيون ته جبران ڪيڏي نه پيار ۽ خلوص سان پنهنجي تخليق پڌري ڪئي هئي.

عربي هڪ سگهاري ٻولي آهي، جنهن ۾ لفظن جو وڏو ذخيرو ۽ انهن جا انيڪ رنگ آهن، ٻڌندڙ جي ڪنن تي جڏهن هن زبان جا نفيس ۽ رنگين سُر پوندا آهن ته هو جهومڻ لڳندو آهي.

ڪوبہ ماڻهو جڏهن عربي زبان جي ڪنهن محفل ۾ هجي، پوءِ اها چاهي نظم جي هجي يا نثر جي، هو ڏسندو، ته ڪيئن نه ٻڌندڙ جملن جي ترنم تي جهومڻ شروع ڪري ٿا ڏين. **”آبشار“** ۾ جبران عام مروجہ طريقن کي ڇڏي، جملن جي موسيقيت ڏانهن گهڻو لاڙي ويو آهي. **نصيب آريدا** نالي ڏاتاري شاعر هن ڪتاب جو مهاڳ لکيو هيو. هو لکي ٿو:

"هڪ جهونو ڏاهو ۽ دانشور جيڪو دنياداري جو ماهر ۽ وڏو تجربيڪار هيو، هڪ دفعي شهر ڇڏي جهنگ پاسي گهمڻ نڪتو. ٿڪجي پيو ته جهنگل ڪناري هڪ پٿر کي ٽيڪ ڏئي ويهي رهيو. ايتري ۾ هڪ اگهاڙو نوجوان، اُس جي ڪري ٽامي جهڙي بدن سان، هٿ ۾ بنسري ڪنيون، جهنگل ڪان نڪتو ۽ وڏي لاپرواهيءَ سان ڏاهي جي پرسان اچي ويهي رهيو. ويني ويني هنن غير رسمي طور هي مڪالمو شروع ڪيو."

دانشور پڪن دليلن سان ۽ دانائيءَ سان پرپور نُڪتا بيان ڪرڻ لڳو، جن ۾ مايوسيءَ جو عنصر ظاهر هيو، پر نوجوان جي بيان ۾ ڪائناتي وحدانيت جي اپٽار ٿيل هئي.

هن ترجمي نگار (انگريزي مترجم) جي نظر ۾ هيءَ شاعري جبران جي لاشعوري آتم ڪهاڻي آهي: جبران جيڪو داناءُ هيو، جيڪو عمر ڪان اڳ ۾ ئي پڇي راس ٿي چڪو هيو، ۽ جبران جيڪو باغي رهيو، جنهن جو ڪائنات جي سيني وجودن جي ايڪتا ۾ پختو يقين هيو، ۽ جبران جيڪو سادي زندگي، غير ذاتي آزادي، جيڪا ڪائنات ۾ موجود سيني شين سان هم آهنگ هجي، اهڙي زندگيءَ لاءِ تڙپندڙ رهيو. آءٌ ذاتي طور تي ان ڳالهه جو قائل آهيان ته هن ڪتاب کي تنقيدي طور نه پڙهيو وڃي، هر پڙهندڙ پنهنجي ساغر آهر هن مان امرت اوتي پيئي، جنهن سان هن جي جذباتي ۽ ذهني اڃ لهي سگهي. ڇاڪاڻ ته جبران جيڪو پاڻ قلم توڙي برش جو ماهر هيو، انهن پنهي اظهار جي ذريعن کي ناڪامي سمجهي غير طرفي اظهار — بانسري جي آلاپ — يا روحاني جوهر ۾ پناهه ورتي هئي.

جنهن بہ خليل جبران جي زندگيءَ جي باري ۾ پڙهيو هوندو، اهو قديشہ وادي ۾ مار-سارڪيز جي پرسڪون ماحول لاءِ هن جي تڙپ کان واقف هوندو. هاڻي پڙهندڙ فطرت جي باغي نوجوان جي فلسفي کي هنن سٽن مان سمجهي سگهي ٿو:

بس دوست، مون کي بانسري ڏي ۽ ڳاءِ!
وساري ڇڏ سڀ درد ۽ دارون
انسان ذات انهن گيتن جيان آهي
جيڪي ننڍڙي واهي جي لهرن تي لکيل هجن
زندگيءَ جي هجوم ۾ انسان هڪ ٻئي کي ڌڪيليندا
هميشہ بيڪار، خوامخواهہ جي بحثن ۾ الجهيل احتجاج
ڪندا
۽ ڪڏهن بہ ختم نہ ٿيندڙ ويڙهہ وڙهندا رهن ٿا.
آخر ان ۾ ڪهڙي چڱي ڳالهہ آهي، خدارا، مون کي بہ تہ ٻڌاءِ!
جيستائين زندهہ وجي مٽلن سان ملن،
انسان تيستائين خواهشن جي ڪري شڪست کاڌل رهندو،
انڌي کوئي وانگر،
جيڪو اوندهہ ۾ ٻر ڪوڙيندو رهندو آهي،
جيئن هو ڪوريئڙي کي ڦاسائي سگهي،
پر رهندو هو پاڻ ان جي ڄار ۾ ڦاسي تائين ڦٽڪندو رهندو
آهي.

اهڙيءَ طرح دانشور جبران، جيڪو نرم دل، وڪريل ۽ ٿڪل آهي، شڪستگي سان پنهنجو آخري انجام اڳ ۾ ئي ٻڌائي ٿو:

**جيڪڏهن مون کي زندگيءَ جا ڏينهن ٻيهر گذارڻ لاءِ ملن**

تہ آءٌ جيڪر اهي جهنگل ۾ گذاريان.
پر حالتون اسان کي سوڙهن ۽ پٿرائن رستن تي
هلڻ لاءِ مجبور ڪن ٿيون.
مقدر ۾ جيڪو لکيل آهي، اهو اسان بدلائي نہ ٿا سگهون،
جڏهن تہ ڪمزوري اسان جي خواهشن ۽ ارادن تي
غالب رهندي ايندي،
۽ اسان پاڻ کي ڪوڙا دلاسا ڏيون، ٽيڪيا ويٺا هوندا آهيون،
اهڙيءَ طرح مقدر جي مدد ڪندا آهيون،
جيئن اهو اسان جي وجود کي پيڙهي ختم ڪري سگهي.

# "آبشار" بابت

خليل جبران انساني سماج جي قاعدن قانونن ۽ رسمن رواجن تي گهڻو غور فڪر ڪندو رهيو هيو. جبران محسوس ڪيو، ته سماج ۽ رهڻي ڪهڻي بابت ڪوڙي ڏيکاءُ اڪثر ماڻهن کي سچ کان گهڻو پري ڪري تي ڇڏيو. ان رهڻي ڪهڻيءَ جو ڪوڙي شان شوڪت ڪن ماڻهن ۾ وڏائي پيدا تي ڪئي ۽ ڪي غريب بي عزتا تي ٿيا. هن جو خيال هيو، ته ڪو به انسان ايستائين انفرادي طور تي زندگيءَ مان مڪمل لطف حاصل نه ڪري سگهندو ۽ نه وري فطرت جي انمول شين مان مزو ماڻي سگهندو، جيستائين هن جو قريبي ساٿي انسان پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ جي لاءِ لالچ ۽ لوڀ ۾ مبتلا هوندو. ان سڄي احساس کي اجاگر ڪرڻ لاءِ خليل جبران به تاحيات ڪردار چونديا: پهريون ڪراڙو، هڪ دانشور جي روپ ۾، جنهن جي چيلهه ڇپي تي چڪي آهي، هو شهر ۾ رهي ٿو ۽ انسانن جي ناهيل قانونن، رسمن رواجن ۽ ڪرپشن هٿان حياتي ۾ خوار ٿيندو رهيو. آخر ۾ هو تڪي ڪري شهر ڇڏي ٿو ۽ ڏڪندڙ قدمن سان شهر کان ٻاهر نڪري پوي ٿو، جيئن ٻاهر جهنگل ۾ فطرت جي ويجهو رهي ڪري، ڪجهه سڪون ماڻي ۽ مراقبو ڪري سگهي. اتي هن جي ملاقات ٻئي ڪردار سان ٿئي ٿي، جيڪو نوجوانيءَ واري روپ ۾ فطرت سان گڏ گذاري رهيو آهي. نوجوان کي هڪ جوان جو روپ ڏنو ويو آهي، جيڪو

خوبصورت ۽ مضبوط هڏڪاٺ وارو آهي. هن جي اکين فقط فطرت جي اصل روپ کي ڏٺو آهي جنهن ۾ وڻ ٽڻ، جبل، واديون ۽ شفاف نديون آهن. هن جي جسم صاف هوا ۾ ساهه کنيا آهن ۽ هن جا ڪن فقط جهرڻن جا آواز ۽ پکين جي چهڪار ٻڌڻ تي ۽ سرءَ جي سرسراهٽ واري هوا جي آواز کي ٻڌڻ تي هريل آهن.

جيئن ئي ٻئي ملن ٿا، ته نوجوان جي هٿ ۾ هڪ بانسري آهي، جنهن سان هو فطرت جي لافاني حسن کي موسيقيءَ جي لهرن سان آڏرياءَ ڪرڻ جي تياري ۾ آهي، پر پوءِ نوجوان ۽ دانشور يعني ڪراڙپ ۽ نوجواني ٻئي گڏجي ويهن ٿا ۽ زندگيءَ جو موضوع تي ڪليل نموني بحث ڪن ٿا. دانشور جو اهو اصرار رهي ٿو، ته اهو سماج جيڪو شهرن جي پيداوار آهي اتي فقط برائي ۽ تڪليف ئي انسان جو مقدر بڻجن ٿيون. جڏهن ته نوجوان جو اهو اصرار رهي ٿو، ته زندگي جيڪڏهن فطرت جي ويجهو رهي ڪري گذارجي ته دل کي سچو لطف ملندو ۽ هن جي دل خدا جي ڏنل سموري اڻ مٽي خوشيءَ جي مرڪز بڻجي ويندي.

هنن ٻنهي جي بحث مباحثي دوران خليل جبران زندگيءَ، موت ۽ مذهب بابت اپٽار ڪري ٿو. هن جي چوڻ جو اهو مقصد ڪونهي، ته هرويرو سڀ ماڻهو شهري زندگي ترڪ ڪري، جهنگن ۾ وڃي رهن، پر هن جو بنيادي مقصد اهو آهي ته خوشي حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ سادي اصول تي اسان جي نظر رهي. جيئن انسان بهتر طريقي سان زندگي گذاري سگهي ۽ سماج جي هرويرو جڙتو. اصولن کان پاڻ کي آجو ڪرائي

سگهي ۽ جيتري قدر ممڪن هجي بهراڙيءَ ۽ فطرت جي تازگيءَ ۽ سڪون واري ماحول کي پنهنجو ڪري. جبران لاءِ جهنگ نشاندهي ڪري ٿو. زندگيءَ جي اهڙي مڪمل صورت کي، جيڪا فقط انهن ماڻهن جي دلين ۾ واسو ڪندي، جيڪي ڌرتيءَ جي بلڪل ويجهو هوندا.

Courtesy to:

**A Treasury of Kahlil Gibran**
Edited by Martin L. Wolf
Translated from the Arabic
By Anthony Rizcallah Ferris

# پُر فريب دنيا

دانشور:

هيءَ دنيا ڇا آهي؟ هڪ مي خانو.
وقت جنهن جو مالڪ بہ آهي تہ ساقي بہ.
اهو فقط انهن کي پيارينڌو آهي.
جيڪي ٿڌل خوابن جي نشي ۾ مدهوش هوندا آهن.
اهڙا خواب جن جي ڪا تعبير ڪانہ هوندي آهي.

اڪثر انسان دنيا جي مي پي ڪري، اپڻن ڊوڙن ٿا.
جڻ اهي خواهشن جا انڌا گهوڙا هجن.
انهن مان جڏهن ڪي عبادت ڪن ٿا تہ ان ۾ بہ ڏيکاءُ هوندو آهي.
ٻيا وري دولت جي حصول ۾ پاڳل ٿي پون ٿا.

هن ڌرتيءَ تي ڪي ٿورا انسان هوندا،
جيڪي زندگيءَ مان لطف اندوز ٿين ٿا.
۽ فطرت جي عطا ڪيل بي بها نعمتن مان ڪڪ نہ ٿا ٿين.
يا وري زندگي جي وهندڙ شفاف آبشارن کي پيالي ۾ بند نہ ٿا ڪن.
جنهن جي سطح تي هنن جا خيال لڏندا ۽ ترندا رهن ٿا.

اهڙي نفسانفسيءَ واري دور ۾، جيڪڏهن اتفاق سان،
ڪو پاڪيزه روح تو سان گڏجي وڃي
تہ وڏي عجب جهڙي ڳالهہ ٿيندي،
تہ ههڙي زورائتي برسات ۽ آسمان تي ڇانيل گهنگهور گهٽائن مان
اهڙي چنڊ کي ظاهر ٿيڻ جو موقعو ڪيئن مليو؟

**نوجوان:**

ٻيلي ۾ ڪو به مونجهارو ڪونهي،
ٻوءِ چاهي اهو نشي جي ڪري هجي يا ڪنهن فريب جي ڪري،
ڪارا ڪڪر جڏهن نندي واهيءَ جي چمڪندڙ پاڻي مٿان
پنهنجو پاڇو وجهندا آهن،
ته اهي ڪنهن به پکتاڻ ۾ منجهيل ڪونه هوندا آهن.

پر انسان سدائين ڪنهن نه ڪنهن علاج لاءِ
واجهائيندو رهندو آهي،
ڪنهن ٻارڙي جيان، جنهن جي ٿڃ ڇڏائبي
ته اهو ٻار ماءُ جي ڇاتيءَ سان چنبڙي پوندو،
سو انسان ايستائين دنيا سان چنبڙيو پيو هوندو،
جيستائين موت هن کي پنهنجي پاڪر ۾ ڀري وٺي.

سو دوست! مون کي بانسري ڏي ۽ ڳاءِ!
ڇو جو راڳ جي ڇانوَ ڏاڍي ٿڌيري آهي،
۽ بانسري جي آلاپ زنده رهندو،
جڏهن ته دنيا جا فريب مرجهائجي، ختم ٿي ويندا.

# چڱائيءَ نڪاٽو

**دانشور:**

انسان جي اندر ۾ موجود چڱائيءَ کي ڪليل رستو ڏيو،
جيئن اها ڇوڏس پکڙجي وڃي خوشبو جيان،
۽ برائيءَ جو نڪاٽو ته ويرانين ۾ هئڻ کپي.
وقت تاش جا پتا ڪجھ لمحن لاءِ ورهائي ٿو،
۽ پوءِ بادشاھ ۽ غلامن کي الڳ الڳ ڪري ڇڏي ٿو.

ڪڏهن به ايئن نہ چئو، ”ڏسو! ڪيڏو نہ بزرگ ماڻهو وڃي پيو!“
نہ ئي ايئن چئو، ”هو ڪيڏو نہ طاقتور فاتح آهي!“
جڏهن تہ بهترين انسان، پنيان ڏڻ ۾ شامل هوندا آهن،
جيڪي ڏنار کي پنهنجو اڳواڻ مڃي هلندا رهندا آهن.

**نوجوان:**

جهنگل ۾ ڪو بہ ڏنار نہ هوندو آهي،
نہ ئي ڪو ڏٽن کي ڏار ڪرڻ وارو.
بهار ۽ سيارو هڪ ٻئي جا دشمن ناهن،
هر ڪو پنهنجي مند ۾ فقط پنهنجو ڪردار ادا ڪندو آهي.

سو دوست، مون کي بانسري ڏي ۽ ڳاءِ!
چو تہ راڳ من کي ڏنار جيان قابو رکندو آهي،
۽ بانسريءَ جي آواز جو درد،
انسان ذات جي گهٽين پيڙهين کان پوءِ بہ موجود رهندو.

# زندگي ۽ ڏک

**دانشور:**

زندگي بيقرار ڦتل ننڍ جيان آهي،
جنهن ۾ اسين پنهنجين خواهشن جي آڌار تي خواب ڏسون ٿا.
سو ازلي غمگين روح پنهنجا ڏک لڪائي پوڳي ٿو،
جڏهن ته زنده دل نچي، ڳائي سڀ ڪجهه ظاهر ڪري ٿو.

**نوجوان:**

جهنگل ۾ ڪو به ڏک ڪو نه ڪندو آهي،
نه ئي ڏک جي ڪري حقير ليکيو ويندو آهي.
هرڻ جڏهن مُڪڙيون ڪائڻ ايندا آهن ته به،
پيار ۽ پنهجائپ سان، انهن سان سرگوشيون ڪندا آهن.

سو دوست، مون کي بانسري ڏي ۽ ڳاءِ!
ڇڏ ته پلي راڳ ڏک کي مٽائي ڇڏي،
۽ بانسريءَ جو آلاپ ايستائين زنده رهندو،
جيستائين ماضي، مستقبل ۾ ملي وڃي.

# مذهب

**دانشور:**

مذهب هڪ سٺي ڪيڙيل زمين جيان آهي،
جنهن ۾ خواهشن جي ٻوٽن کي پوکي، پاڻي ڏنو ويو آهي،
سو ماڻهن مان ڪن کي ته جنت جي آس آهي،
۽ ڪي وري دوزخ جي باهه کان ڊڄن ٿا.

ڇا ايئن نه آهي ته انهن خدا جي عبادت فقط ان ڪري ڪئي،
جو قيامت جي ڏينهن سندس چڱا عمل ڳڻي سگهجن؟
۽ سندن توبهه جو مقصد به اهوئي هيو،
جيئن آخرت ۾ ڪجهه وڏيڪ حاصل ڪري سگهن.

اهو ته ايئن ٿيو ڄڻ مذهب روزمره جي ڪاروبار جو هڪ حصو هجي،
جيڪڏهن انسان ان کي نظر انداز ڪن ته نقصان ۾ ويندا،
جي ان جو خيال ڪندا ته ڪين فائدو رسندو.

**نوجوان:**

فطرت ۾ ڪوبه آخري ڏينهن ڪونهي،
نه ئي ڪا پوائنٽي، غير يقينيءَ واري ڪيفيت آهي.
لاتيون لنوندڙ پکين کي ڪابه پڪ نه هوندي آهي
نه سچ جي، نه رحمت جي، نه ڏک جي.

انسان نسل در نسل اچن ٿا ۽ ختم ٿي وڃن ٿا،
ايئن جيئن رات ۾ پاڇا.
طحيٰ کان پوءِ عقيدو مستحڪم ڪو نه رهيو،
نه ئي عيسيٰ کان پوءِ ڪا روشني رهي.

# انصاف

**دانشور:**

ڏرتيءَ تي انصاف جي غلط استعمال جي ڪري،
جِنَ بہ جيڪر رڙيون ڪري روئيندا.
مثل جيڪڏهن انصاف جي شاهدي ڏينِ اچن،
تہ اهي بہ دنيا جي انصاف پسنديءَ تي کلندا.

واہ! عجيب انصاف آهي،
ننڍن ڏوهارين کي تہ قانون مطابق جيل يا موت جي سزا ڏيون ٿا،
جڏهن تہ وڏن ڏوهارين کي دولت ۽ عزت بہ ڏيون ٿا
۽ انهن آڏو احتراماً جهڪي بہ پئون ٿا.

گل جي چوريءَ کي تہ اسين ڪميڻائپ سمجهون ٿا،
پر جيڪو سڄو فصل پيلي وجي ٿو،
تہ اها سندس بهادري ليکجي ٿي.
جسم جو قاتل تہ ڦاهيءَ چاڙهيو وجي ٿو،
پر روح جو قاتل آزادي سان گهمندو رهي ٿو.

**نوجوان:**

جهنگل ۾ ڪوبہ انصاف ڪونهي،
نہ وري اتي ڪا سزا آهي.
جڏهن وڻ پنهنجو پاڇو ڌرتيءَ تي وجهندا آهن،
تہ ان کان مرضي ڪونہ پڇندا آهن.

ڪڏهن ڪنهن صنوبر جي وڻ کي ايئن چوندي ڪونہ ٻڌو آهي،
تہ "اها قانون جي خلاف ورزي آهي."
جڏهن بہ سچ جي گرم روشني ظاهر ٿيندي،
تہ انسانن جو هٿ ٺوڪيو انصاف شرم وچان،
برف جيان ڳري ويندو.

دوست، مون کي بانسري ڏي ۽ ڳاءِ!
ڇو جو راڳ دل لاءِ نرم دل قاضي آهي.
۽ بنسري جي فرياد زنده رهندي،
توڙي جو پچتاءَ ۽ ڏوهہ جو خاتمو اچي ويندو.

# خواهش ۽ حق

دانشور:

حق مضبوط قوت ارادي سان وابستہ آهن،
جيڪي روح مضبوط آهن، اهي پنهنجي حاڪميت قائم رکن ٿا
۽ ڪمزور پاڻ کي تبديل ڪرڻ لاءِ بِڌل آهن،
اها تبديلي پوءِ چاهي ڀلي لاءِ هجي يا بُري لاءِ.
اهڙيءَ طرح ڪمزور خواهشون
حالتن جي تيز هوائن جي آڌار تي پولارن ۾ گم ٿيو وڃن.

پوءِ ان کان انڪار نہ ڪر تہ ڪا روح جي خواهش
ٻانهن جي قوت کان وڏيڪ آهي.
۽ ڪمزور فقط اهي حقير منزلون ماڻي سگهندا آهن،
جن ۾ ڪوبہ جوکو يا خطرو ڪونہ هوندو آهي.

ڏس! شينهن جي ٻوءِ جي ڪري
ٻگهڙ جا ٻچا ان جي غار کان بہ پري رهڻ لاءِ مجبور آهن.
توڙي جو غار جا مالڪ ٻاهر جهنگل ۾ ويل هجن،
۽ اتي هجن ئي نہ.

ساڳيو حشر ڪجھ پکين سان بہ آهي،
اهي پنهنجي پرن جي آڌار تي آڪاش ۾ آزاد اڏامن ٿا،
پر پوءِ بہ ڪين باز جو خوف آهي،
توڙي جو اهو باز ڪنهن جبل جو چوٽيءَ تي مري رهيو هجي،
پر مرندي بہ هو پنهنجي نسل جو غرور برقرار رکندي ٿي آيو.

**نوجوان:**

فطرت ڪنهن به ڪمزور کي برداشت ڪا نه ڪندي،
نه وري ڪنهن کي دهشتگردي جي اجازت ڏيندي آهي.
جڏهن ڪو شينهن گجگوڙ ڪري
پنهنجي موجودگي جو احساس ڏياريندو آهي،
ته جهنگل ۾ ان گجگوڙ جو ڪو به اثر ڪو نه ٿيندو آهي.

انسان جي خواهش ڪنهن ترندڙ پاڇائين جيان آهي،
جيڪو هن جي من ۾ ايئن ئي نهي ٿو جيئن هو پاڻ چاهي ٿو،
۽ انسان جا حق، ايئن ئي لتاڙجن ٿا،
جڻ اهي خزان ۾ ڇڻيل پن هجن

بس دوست، مون کي بانسري ڏي ۽ ڳاءِ!
راڳ روح کي هڪ مضبوط قوت ارادي ڏي ٿو،
۽ بانسري جي گونج پوءِ به رهندي،
جڏهن سج لهي وڃڻ کان پوءِ خاموشي ڇائنجي ويندي.

# سائنس ۽ چاڻ

**دانشور:**

علم جي سکيا دوران ڪيئي رستا ملن ٿا،
انهن رستن جي شروعات جي تہ اسان کي چاڻ آهي،
پر انجام کان اڻ چاڻ آهيون.
اصل ۾ وقت ۽ قسمت ئي رستو مقرر ڪن ٿا،
جڏهن تہ اسان رستي جي وڪڙ کان اڳتي
ڪجهہ ڏسي ئي ڪونہ ٿا سگهون.

بهترين علم الهامي ئي هوندو آهي،
جنهن کي بہ اهڙو علم عطا ٿئي هو،
اهو دنيا جي مسخرن اڳيان ڪونہ جهڪندو،
ثابت قدميءَ سان ۽ شاهاڻي انداز سان اڳتي وڌندو رهندو،
توڻي جو هو ڌڪاريو ويندو
۽ هن دنيا جي ميلي ۾ هو اڪيلو ئي رهندو.

اهڙو ئي هڪ پيغامبر نمودار ٿئي ٿو،
مستقبل جي سوچ جي لباس ۾ ويڙهيل سيڙهيل،
اهڙن ماڻهن جي وچ ۾،
جيڪي قديم، دقيانوسي روايتن ۾ قائل آهن،
۽ اهي هن جي آندل تحفي کي سمجهي ئي نہ ٿا سگهن.

هو هن زندگيءَ لاءِ ڏاريا آهن.
انهن سيني لاءِ ڏاريا آهن،
جيڪي هن تي الزام هڻن ٿا يا تعريف ڪن ٿا.
ڇو جو هن جي هٿ ۾ سچ جي اماڙي آهي.
جڏهن ته ان اماڙي کي سچ جي شعلي ڪافي ساڙي ڇڏيو آهي.

هو تمام گهڻو مضبوط آهي،
جڏهن بظاهر ڪمزور ۽ نماڻو نظر اچي ٿو،
هو انهن سيني کان گهڻو پري آهي.
جيڪي بظاهر هن جي ويجهو آهن، يا گهڻو دور آهن.

**نوجوان:**

انسان ذات جو موجوده علم،
زمين مٿان ڇانيل ڪوهيڙي جيان آهي،
جڏهن افق کان سچ جو سج نڪرندو ته
انهيءَ جي ڪرڻن جي تاءُ ڪري
اهو ڪوهيڙي جو ڏنڊ ختم ٿي ويندو.

# آزادي

**دانشور:**

آزاد انسان هن ڌرتيءَ تي پنهنجي لاءِ پاڻ مصيبتون گهڙي ٿو،
۽ پنهنجي قيد لاءِ پاڻ ئي زندان جوڙي ٿو.
هن کيَ جڏهن پنهنجن عزيزن کان ڇوٽڪارو ملي ٿو.
تہ هو وري پنهنجي سوچ جو غلام بڻجيو وڃي،
۽ پيار جي ڇهاءَ لاءِ تڙپي ٿو.

**نوجوان:**

جهنگل ۾ ڪوبہ آزاد انسان ڪونہ ٿو رهي،
نہ ئي اتي ڪو مسڪين غلام هوندو آهي.
عزت هڪ ڪوڙو دوکو آهي،
ايئن جيئن لهرن جي مٿان ڦر هوندي آهي.

بادام جو وڻ جڏهن گلن سان ٽندري پوندو آ،
۽ وڻ هينان بيٺل گاهہ تي گلن جي ورکا ٿيندي رهندي آهي،
تہ بادام جو وڻ ڪڏهن بہ پنهنجي وڏائيءَ جي
دعويٰ ڪونہ ڪندو آهي،
۽ نہ وري گاهہ کي انهن گلن جي آجيان ڪرڻ ۾
گهٽتائي محسوس ٿيندي آهي.

# خوشي ۽ اميد

دانشور:

خوشي اهو پراسرار راز آهي،
جنهن جي جستجو صدين کان جاري آهي،
پر جيڪڏهن اتفاقاً اها ملي ٿي،
ته به من اندر چيڙائپ پيدا ڪري ٿي،
جيئن ڪا جابلو ندي، صاف شفاف پاڻي کنيون
جبلن کان تيزيءَ سان ميداني علائقي ۾ ايندي آهي،
پر اتي پهچڻ سان اُها ڍري ٿي ويندي آهي
۽ سندس پاڻي به گدلو ٿي ويندو آهي.

انسان تڏهن ئي خوش هوندو آهي،
جڏهن هن جو اتساهه بلندين تي هوندو آهي.
مقصد حاصل ٿيڻ شرط هو ٺڏو ٿي ويندو،
۽ هن جي دل ۾ وري ڪن ڏورانهن خوابن لاءِ
تڙپ پيدا ٿيندي.

جيڪڏهن ڪٿي توکي ڪو انسان خوش نظر اچي،
جيڪو سڄي انسان ذات جي فطرت جي ابتڙ
پنهنجي حال تي خوش هجي،
ته پوءِ خدارا هن جي نرواڻ ۾ دخل نه ڏجانءِ!

**نوجوان:**

جهنگل ۾ توکي اميد ڳولي بہ نہ ملندي،
نہ ئي اتي ڪا وحشتناڪ نا اميد ظاهر ٿيندي.
نيٺ جهنگل چو ذرڙن لاءِ واجهائي،
جڏهن تہ اهو "ڪل" جو مرڪز آهي.

چو پلا ڪو جهنگل ۾ اميد جي ڳولا ڪري،
جڏهن تہ فطرت جو سمورو مقصد اتي موجود آهي،
چو تہ اميد بہ تہ هڪ علاج آهي،
ايئن جيئن آشيانو، دولت ۽ مشهوري بہ وقتي علاج آهن.

مون کي بانسري ڏي ۽ ڳاءِ!
چو جو راڳ شعلو بہ آهي، تہ روشني بہ،
۽ بانسري جي آلاپ ۾ پيڙا رهندي،
پوءِ پلي ڪو سُست ماڻهو ان کي سمجهي يا نہ.

# شائستگي

**دانشور:**

شائستگي، سپيءَ جي ان چمڪندڙ کوپي جيان آهي،
جنهن اندر قيمتي موتي ناپيد هوندو آهي.
اهڙوئي بظاهر شائستہ ماڻهو
پنهنجي پاڻ جي غم کان بہ لاپرواهہ هوندو آهي.

پر جڏهن توکي ڪو اهڙو ماڻهو ملي،
جيڪو طاقتور بہ هجي ۽ مهذب بہ،
تہ پوءِ خدارا ان شاندار انسان کي پنهنجي اکين ۾ جاءِ ڏي،
ان جو خاصيتون ايتريون واضح هونديون
جو انڌو بہ محسوس ڪري وٺندو.

**نوجوان:**

جهنگل ۾ ڪوبہ ايترو شائستہ ڪونہ هوندو آهي،
جو ڪنهن پرمتڙي، ڊڄندڙ ڪانئر وانگر لڳي،
اتي ڪانهن جو ٻوڙو بہ صنوبر جي ديو قامت وڻ پرسان
شانَ سان بيٺو هوندو آهي.

مور کي جيڪڏهن چمڪندڙ نيري ڳچي آهي،
تہ بہ هو پنهنجي خوبصورتيءَ کان بي خبر آهي.

هن کي اهو بہ اندازو ڪونهي،
تہ هو ڪيڏو نہ موهيندڙ ٿو لڳي.

بس يار! مون کي بانسري ڏي ۽ ڳاء!
ڇو جو راڳ ڪمزورن کي راحت ڏيندو آهي،
۽ بانسري جي آلاپ جو درد،
ڪمزور ۽ طاقتور کان وڌيڪ پائدار هوندو.

# پيار ـ 1

دانشور:

صليبي جنگجوئن جو جاھ و جلال،
ڪنهن کي بہ ياد ڪونهي،
پر وقت جي اختتام تائين شايد ئي،
اسان پنهنجي دل گهرئي يار کي وساري سگهون.

هڪ فوجي جي دل ۾ اسان کي،
فقط هڪ ڪوس گهر جي تصوير ملندي،
پر قيس جي دل اندر تہ پنهنجي جان جگر جو
پاڪيزه مندر جڙيل آهي.

زور واري فتح آخر ۾،
خوراڪ واري شڪست ۾ بدلجي ويندي آهي.
جڏهن تہ عاشق جي دل جي تباهي،
شڪست کي مڪمل فتح ۾ تبديل ڪندي آهي.

پيار تہ جسم ۾ نہ،
بلڪ روح جي گهراين ۾ پناھ گزين هوندو آهي.
پيار کي انسان جي اندر لڪل چڱائين کي اپارٽ ڪپي،
جيئن اهو محبت جي آفاقي تحفن کي حاصل ڪري سگهي.

**نوجوان:**

جهنگل ۾ اهڙن مجنوناڻن پيار ڪرڻ وارن جو
ڪو ذڪر ئي ڪونهي.
نہ ئي اتي ڪنهن اهڙي بادشاهہ جا آثار آهن،
جيڪو تخت تي ويهي مسڪينن تي ظلم ڪري.

ڏوهن جي پنن تي انهن جذبن جا
فقط ڪي ڏنڌلا اکر وڄي بچيا آهن.
جهنگل ۾ تہ فقط مخصوص موسم تي جذبن جي شدت
شاهاڻي انداز ۾ حڪمراني ڪندي آهي.

# پيار ـ 2

**دانشور:**

سر راهه ڪٿي ڪو گم شم پيار ڪندڙ توکي ملندو
تہ هو مڪمل منجهيل هوندي بہ،
ڪنهن جي صلاح قبول نہ ڪندو.
هو پيئڻ چاهيندو، پر پنهنجي اندر جي ڪروڌ سبب،
پنهنجي اڄ ۾ ئي مطمئن هوندو.

تون ماڻهن کان پڇندين، "هن نوجوان کي تہ ڏسو!
"الائي ڪهڙي جادو جي اثر هيٺ آهي.
"آخر هو پيار مان ڪهڙي ڳالهہ حاصل ڪرڻ چاهي ٿو؟
"ڪهڙي اميد تي هو اهڙي صبر سان
"پنهنجي قسمت جي فيصلي جو انتظار ڪري ٿو؟"

"آخر هو ڇو اهڙي بي وفا لاءِ رت جا ڳوڙها ٿو ڳاڙي،
"جيڪا نہ خوبصورت آهي، نہ ئي ڪنهن عزت جي لائق آهي؟"
انهن سيني کي ٻڌاءِ
تہ هنن حياتيءَ ۾ ڪالهہ ئي تہ پهريون قدم رکيو آهي.
نہ هو زندگيءَ کي سمجهي سگهيا آهن،
نہ ئي هنن ۾ غور ڪرڻ جي صلاحيت آهي.

**نوجوان:**

جهنگل ۾ پيار ڪندڙن جي عهد و پيمان تي،
ڪوبہ الزام نہ هٽندو آهي،
جڏهن ڪا هرڻي چالون ڏيندي،
ڪنهن سان قرب وندبيندي،
لذت ۾ هلڪي دانهن ڪندي آهي،
تہ انهن جي جاسوسي ڪوبہ ڪونہ ڪندو آهي.

ڪنهن کي قرب وندبيندي ڏسي،
فضا ۾ اڏامندڙ بازن کي تعجب ڪونہ ٿيندو آهي.
نہ ئي ڪو چوندو،
"ڏسو! هيءَ ڳالهہ تہ هن زماني جو عجيب ترين واقعو آهي.
چو جو اسان ٻار فطرتي طور تي
ڏاهي ماڻهوءَ کي اجنبي محسوس ڪندا آهيون.

# روح ۽ زرخيزي ـ 1

دانشور:

روح جي موجودگيءَ جو سبب،
بذات خود روح ۾ ئي لڪل آهي.
ڪنهن بہ تصوير ۾ ان جي جوهر کي چٽي نہ تو سگهجي،
۽ نہ ان جي اصليت کي ڪو سمجهي سگهي ٿو.

ڪي ماڻهو چون ٿا
تہ روح جڏهن پاڪيزگيءَ جي بلنديءَ تي پهچن ٿا،
تہ اهي ڪجھ بہ نہ ۾ ملي وڃن ٿا،
ان پڪل ميوي جيان، جيڪو هوائن جي ڪري،
وڻ مان ڇڻي هيٺ ڪرندو آهي.

وري ڪن جي دعويٰ آهي تہ هي مادي جسم ئي سڀ ڪجھ آهي.
جسم جي خاتمي کان پوءِ نہ ذهن رهندو، نہ ئي روح رهندو،
نہ قبر ۾ اهي آرامي هوندا، نہ ئي ٻيهر اٿاريا ويندا.

ايئن جڻ روح ڪو عڪس هجي،
جيڪو واهڙ جي چمڪندڙ پاڻيءَ تي ٺهندو هجي،
۽ جڏهن بہ واهڙ جو پاڻي ميرو ٿي وڃي،
تہ ان تي ٺهندڙ عڪس بہ گم ٿيو وڃي.

سڀ پليل آهن، اها ڇڻنگ ڪڏهن بہ ختم نہ ٿيندي،
نہ جسم جي خاتمي سان، نہ ئي روح سان گڏ.
جنهن چادر ڪي اتر جي هوا ويڙهي ڇڏيندي آهي،
ان ڪي وري ڏکڻ جي هوا کوليندي آهي.

**نوجوان:**

جهنگل ۾ روح ۽ جسم وچ ۾ ڪو بہ فرق ڪونهي.
هوا ڇا آهي! پاڻيءَ جو سنهو ڦوهارو.
۽ ماڪ، هوا ۾ موجود پاڻي جو ڪشيد ڪيل عرق.

گل، خوشبوءِ جي ڪري ڇوڏس پکڙجي وڃن ٿا.
ڌرتيءَ ۽ وڻ جي ڇانوَ ۾ ڪهڙو فرق آهي.

# روح ۽ زرخيزي _2

دانشور:

جسم روح جي رهائشگاهه آهي،
جنهن ۾ اهو مقرر وقت تائين رهندو.
جڏهن روح جسم کي ڇڏي مٽي اڏامي ويندو
ته جسمُ جيتن جو کاڄ ٿي ويندو.

روح نئين چاول ٻار جيئن آهي،
۽ فيصلي وارو ڏينهن، اهو ڏينهن هوندو
جنهن ۾ ڪوبه "اتفاق" رونما ڪونه ٿيندو.
پر ڪي انسان شروع کان ئي سنڍ هوندا آهن،
ان ڪمانَ جيان، جيڪا لچڪ نه هٽڻ ڪري
موڙ نه کائي سگهندي ۽ نڪاءَ سان ٽٽي پوندي آهي.

فطرت ۾ اهڙا دخل انداز ڪا به تخليق ڪونه ڪندا آهن،
ڇو جو روح ان ميوي جيان ڪونهي
جيڪو گهڻو عرصو گذرڻ جي ڪري سُڪي چڪو هجي.
۽ باهه ۾ پڪل مٽي ڪڏهن به تنهنجي يا منهنجي
پيدائش نه ٿي ڪري سگهي.

**نوجوان:**

فطرت کنهن بہ سنڌ کي برداشت ڪونہ ڪندي آهي.
نہ ئي ڪنهن دخل انداز کي سزا کان سواءِ ڇڏيندي آهي
ڏس نہ! ڪيئن تہ ڏوڪي ۾ موجود ککڙي،
کجي جي وجود جي راز جي حفاظت ڪري ٿي.

ماکي جو مانارو نشاني آهي،
سيني ماکيءَ جي مکين جي وجود جي،
۽ چوڏاري پکڙيل گلن جي
اصل ۾ سنڌ لفظ جو فطرت ۾ ڪو وجود ئي ڪونهي.

بس دوست، مون کي بانسري ڏي ۽ ڳاءِ!
ڇو جو راڳ وهڪري جيان آهي،
۽ بانسري جو آلاپ پوءِ بہ رهندو،
جڏهن خشڪ مزاج ۽ اڪيلائي پسند پاڻ ۾ ملي ويندا.

# موت ۽ ابديت

**دانشور:**

موت ڏرتيءَ جي جاني لاءِ آخري ڏاڪو آهي
پر روحانيت جي مجيندڙ لاءِ هڪ نئين شروعات آهي
هن لاءِ ته موت هڪ اعزاز آهي.

جيڪڏهن خواب ۾ ڪوئي سحر نمودار ٿيندي ڏسي ٿو،
ته پوءِ هو لافاني آهي!
پر پوءِ به جي هو سڄي رات سمهي پوندو،
ته پوءِ غفلت جي گهري ننڊ جي سمنڊ ۾ ٻڏي ويندو.

جيڪو زمين جي هنج ۾ ستل هوندو،
جاڳ ٿيڻ تي هو زمين تي ئي رڙهندو رهندو
۽ موت سمنڊ جي لهرن جيان،
هن جي مٿان ئي گذري ويندو.

نوجوان:

فطرت ۾ موت جو ڪو وجود ڪونهي،
نہ ئي ڪنهن جي لاءِ ڪا قبر کوٽي ويندي آهي.
جيڪڏهن بهار جي مهينو گذري ويندو،
تہ ”خوشيءَ جا تحفا“ موڪلائڻي ڪونہ ڪندا آهن.

موت جو خوف فقط هڪ وهم آهي،
جيڪو دانشورن جي سيني ۾ سمايل هوندو آهي،
اهو جيڪو بهار جي فقط هڪ مند ۾ ئي زنده رهي ٿو،
انهيءَ جيان آهي جيڪو صديون زنده رهيو هجي.

مون کي بانسري ڏي ۽ ڳاءِ!
ڇو جو راڳ ئي اصل ۾ لافاني آهي.
بانسريءَ جو آلاپ پوءِ بہ رهندو،
جڏهن خوشي ۽ تڪليف ختم ٿي ويندي.

# نوجوان جي ڳالهين جو تَتُ

مون کي بانسري ڏي ۽ ڳاءِ!
اسان ٻنهي جيڪي ڪجھ چيو، اهو وساري ڇڏ،
لفظ ته فقط اندلٺ جيٰ ذرڙن جيان آهن،
هاڻي مون کي صرف اهو ٻڌاءِ،
ته تو زندگيءَ ۾ ڪهڙا ڪهڙا مزا ماڻيا آهن؟

تو ڪڏهن رهڻ لاءِ محلاتن کي ڇڏي جهنگل جو رخ ڪيو آهي؟
ڪڏهن نديڙين نهرن جي وهندڙ پاڻيءَ سان گڏ پنڌ ڪيو اٿئي،
۽ رستي ۾ ايندڙ ٽڪرين تي چڙهيو آهين؟

ڪڏهن گلن جي مهڪار ۾ وهنتو آهين؟
۽ پنهنجي بدن کي روشنيءَ جي چادرن سان خشڪ ڪيو اٿئي؟
ايرندڙ سج جي ڪرڻن جو شراب،
چمڪندڙ الهامي پيالن مان ڪڏهن پيتو اٿئي؟

سج لهڻ ويل، انگور جي ولين جي هيٺان آرام ڪيو اٿئي،
جيئن مون ڪيو آهي؟
انهن ولين هيٺان جن ۾ پڪل انگورن جا لڙڪندڙ ڇڳا،
لهندڙ سج جي سونهري ڪرڻن جي اثر هيٺ چمڪندا آهن.

پنهنجي ماضيءَ کي وساري ۽ مستقبل کان لاپرواهه ٿي،
تو ڪڏهن ڌرتيءَ جي وسيع پٽڙڻي تي،

گلن ڦلن ۽ گاهہ جي بستري تي
پرسڪون ننڊ جو مزو ماڻيو آهي؟

ڪڏهن رات جي آفاقي خاموشيءَ کي محسوس ڪيو اٿئي،
جيڪا من ۾ گهرن بادلن جيان ڇائنجي ويندي آهي؟
۽ رات سيني ۾ سمايل ڌڙڪندڙ دل جيان ايترو قريب هوندي آهي
جو ان جا هلڪا سرباٽ بہ ٻڌڻ ۾ ايندا آهن.

بس دوست، مون کي بانسري ڏي ۽ ڳاءِ!
وساري ڇڏ سڀ درد ۽ دارون،
انسان تہ انهن گيتن جيان آهن،
جيڪي ڪنهن ننڍڙي واهي جي لهرن تي لڪيل هجن.
زندگيءَ جي هجوم ۾ انسان هڪ ٻئي کي ڌڪيليندا،
هميشہ بيڪار ۽ خواهہ مخواهہ جي بحثن ۾ الجهيل،
احتجاج ڪندا
۽ نہ ختم ٿيندڙ ويڙهہ وڙهندا رهن ٿا
آخر ان ۾ ڪهڙي چڱي ڳالهہ آهي،
خدارا مون کي بہ تہ ٻڌاءِ!
جيستائين زنده وجي مئلن سان ملن،
انسان تيستائين خواهشن جي ڪري
شڪست کاڌل رهندو انڌي کوئي وانگر،
جيڪو اوندهہ ۾ پر ڪوٺيندو رهندو آهي،
جيئن هو ڪوريئڙي کي ڦاسائي سگهي،
پر رهندو هو پاڻ ان جي ڄار ۾ ڦاسي ڦٿڪندو رهندو آهي.

# دانشور جو اعتراف

جيڪڏهن مون کي زندگيءَ جا ڏينهن ٻيهر گذارڻ لاءِ ملن،
ته آءٌ جيڪر اهي جهنگل ۾ گذاريان.
پر حالتون اسان کي قسمت جي سوڙهن ۽ پٿرائن رستن تي
هلڻ لاءِ مجبور ڪن ٿيون.
مقدر ۾ جيڪو لکيل هوندو، اهو اسان بدلائي نہ ٿا سگهون،
جڏهن تہ ڪمزوري اسان جي خواهش ۽ ارادن تي
غالب رهندي ايندي،

۽ اسين پاڻ کي ڪُوڙا دلاسا ڏيون،
ٺيڪيا وينا هوندا آهيون،
اهڙيءَ طرح مقدر جي مدد ڪندا آهيون،
جيئن اهو اسان جي وجود کي پيڙهي ختم ڪري سگهي.

# عربي ڇاپي جو عڪس

## المواكب

### الشيخ

الارض خمّارةٌ والدهر صاحبها ... وليس يرضى بها غير الالى مكروا
فالناس ان شربوا سرّوا كأنهم ... رهن الهوى وعلى التخدير قد فطروا
هذا يعربد ان صلّى وذاك اذا ... اثرى وذلك بالأحلام يختمر
وقلّ في الارض من يرضى الحياة كما ... تأتيه عفواً ولم يحكم به الضجر
لذاك قد حوّلوا نهر الحياة الى ... اكواب وهم اذا طافوا بها خدروا
فان رأيت اخا صحو فقل عجبا ... هل استظلّ بغيم ممطر قمر

### الفتى

ليس في الغابات سكر ... من مدام أو خيال
فالسواقي ليس فيها ... غير اكسير الغمام
انما التخدير ثديٌ ... وحليبٌ للأنام
فاذا شاخوا وماتوا ... بلغوا سنّ الفطام
اعطني الناي وغنِّ ... فالغنا خير الشراب
وانين الناي يبقى ... بعد ان تفنى الهضاب

### الشيخ

الخير في الناس مصنوع اذا جُبروا ... والشر في الناس لا يفنى وان قبروا
واكثر الناس آلاتٌ تحركها ... اصابع الدهر يوما ثم تنكسر
فلا تقولن هذا عالم علمٌ ... ولا تقولنّ ذاك السيد الوقر
فأفضل الناس قطعانٌ يسير بها ... صوت الرعاة ومن لم يمش يندثر

(١)

## ڏاهپ پبليڪيشن لاڙڪاڻي پاران ڇپايل ڪتاب

1. لفظن جي خوشبو (شاعري) احسان دانش 100 رپيا
2. خط خوشبو خواب (خط) فياض لطيف (ختم)
3. ذات ڏيئا ٻاريا (شاعري) مرتب: رياضت ٻرڙو 200 رپيا
4. **Prayer of Poetry** Shaikh Ayaz/Shafqat Hussain Wadho Rs. 200/
5. ڀڳت ڪبير جا دوها (شاعري) پروفيسر عطاءُ الله ابڙو (ختم)
6. ساهت ڏيهه جا سرجڻهار (شخصيتون) رضوان گل (ختم)
7. پيار جي ڦهرين بارش (شاعري) رضوان گل 120 رپيا
8. رباعياتِ عمر خيام (شاعري) پروفيسر عطاءُ الله ابڙو (ختم)
9. مون ذات انوکي آندي آ (شاعري) مرتب: رياضت ٻرڙو 220 رپيا
10. ناهيون (تاريخ جي آئيني ۾) غلام مصطفيٰ ناهيون (ختم)
11. ڏوري ڏٺم ڏيهه (يادگيريون) عاشق منگي 100 رپيا
12. واءُ وکيريا خيال (ريڊيو اسڪرپٽ) رياضت ٻرڙو 150 رپيا
13. تنقيدون ۽ تجزيا (ايپاس) پروفيسر نذير احمد سومرو 160 رپيا
14. نديءَ جو گيت (شاعري) خليل جبران/عطاءُ الله ابڙو 200 رپيا
15. سپنن جو انت (ڪهاڻيون) رضوان گل 140 رپيا
16. گلن جهڙي شاعري، پوپٽ جهڙا پار (شاعري) مختيار سمون 80 رپيا
17. موهيو مون کي جن (شخصيتون) پروفيسر نذير احمد سومرو 140 رپيا
18. آبشار (شاعري) خليل جبران/شفقت وڌو 120 رپيا



جبران خليل جبران



شفقت حسين وڏو

انجنيئر شفقت حسين وڏو گهڻ رُخو شخص آهي. انجنيئرنگ هن جي روزگار جو ذريعو آهي، پر سندس سڃاڻپ جا ٻيا ٻه اهم حوالا آهن: پهريون، ته هُو هڪ مصور آهي. هن فطرت جي جمال ۽ انساني احساسن کي خوبصورت رنگن ۾ پينٽ ڪيو آهي. ٻيو، ته هُو هڪ مترجم آهي ۽ هن وقت تائين هن چار ڪتاب ”آبشار“، ”ڪامياب زندگي ڪيئن گذارجي؟“، ”ٻُولا“ ۽ ”ٻه ٽي جام پيئڻ کان پوءِ“ (رباعيات عمر خيام) سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيا آهن، جڏهن ته هڪ ڪتاب ”Prayer of Poetry“ سنڌي ٻوليءَ مان انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي، جيڪو جديد سنڌي شاعر شيخ اياز جي ڪتاب ”شاعريءَ جو سجدو“ جو ترجمو آهي.

شفقت حسين وڏي جا ترجما تُز ۽ صاف آهن. هن مختلف نوعيتن جا ڪتاب ترجمو ڪيا آهن، جن مان خليل جبران جي هِن ڪتاب ”آبشار“ تي پڙ، هن کي ادبي حلقن منجهان ۽ پڙهندڙن وٽان ڪافي سٺي موٽ ملي. خليل جبران جي لکڻين ۾ حسن، تخيل ۽ فن ملي، اهڙي اِڪائي ٺاهين ٿا جيڪا کيس انفراديت بخشي ٿي. جبران جو نثر ۽ نظم خوبصورت پينٽنگس وانگر آهي. انهن پينٽنگس مان هڪ پينٽنگ سنڌي ادب کي ارپي شفقت حسين وڏي پنهنجو ڪردار ادا ڪيو آهي.

ڊاڪٽر احسان دانش

